ڇپائيندڙ : سنڌ هاري ڪميٽي

ڇاپيندڙ : احمد برادرس ناظم آباد ڪراچي

تعداد : هڪ هزار

سال : ١٩٨٥ع

قيمت : ڏهه روپيه

# مهاڳ

هاري هر جديد نوآبادياتي ۽ نوآبادياتي ملڪ جي انقلابي جدوجهد ۾ مضبوط انقلابي دستو آهن. ان حقيقت کي سڄي دنيا جي انقلابين ارڙهين صدي ۽ اڻويهين صدي جي شروعات ۾ ئي تسليم ڪيو هو. لينن نوآبادياتي سوال تي ڳالهائيندي واضح ڪيو ته نوآبادياتي ملڪن ۾ جتي مزدور طبقو يا ته سري ڪان آهي ئي ڪونه جيڪڏهن آهي تہ تمام ٿوري تعداد ۾. اتي هاري سامراج دشمن ۽ نوآبادياتي نظام خلاف متحرڪ ۽ مضبوط قوت آهي. جيڪو پنهنجن فطري اتحادين، مزدور طبقو، وچولو طبقو، دانشور، سامراج سرمائيدار ۽ آبادگار سان گڏجي هڪ انقلابي قوت طور منظم ٿئي ٿو.

اهوئي سبب آهي تہ اهڙن ملڪن ۾ ترقي پسندن تي فرض عائد ٿو ٿئي تہ ملڪ جي اڪثريتي آبادي (هاري) جيڪا تمام گهڻي پيڙا پوڳي رهي آهي. انهن کي منظم ڪرڻ تي مڪمل زور لڳائين.

دنيا جي ٻين ترقي پسندن جيان هن ملڪ جي ترقي پسندن پڻ ان ڳالهہ کي محسوس ڪيو سوڀ راج گيانچندائي ۽ ڪامريڊ عبدالقادر پنهنجن ساٿين سميت ان ڪم ۾ جنبي ويا ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جو بنياد وڌو ۽ هارين

ڪي منظم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو انهي دوران ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي به اچي ان قافلي ۾ شريڪ ٿيو ان دؤر ۾ ئي سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جون ڪيتريون ئي تحريڪون هلايون. جنهن ۾ بٽائي هاري تحريڪ، الاٽي هاري تحريڪ، ٽيننسي ايڪٽ تحريڪ، انعام نيلام جي تحريڪ، ون يونٽ خلاف جدوجهد، سنڌي زبان کي قومي زبان تسليم ڪرائڻ، سنڌي ۾ لسٽون ڇپائڻ جي جدوجهد ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي جي قيادت ۾ سنڌ جي هارين اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن جدوجهد ۾ بالاچ بروهي، بختاور شهيد ۽ ٻين ڪيترن ئي شهيدن پنهنجو رت ڏئي تحريڪ ۾ وڏيڪ جوش پيدا ڪيو.

انهن جدوجهدن جي نتيجي ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ عبدالقادر، رئيس بروهي، قاضي فيض محمد ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، ڪامريڊ جمال الدين بخاري جهڙا سورما پيدا ٿيا. جن جهر جهنگ ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي هارين کي جاگيرداري ۽ سامراج خلاف منظم ڪيو. جنهن ڏوهه ۾ کين حڪمرانن جي قيد ۽ تشدد سان گڏوگڏ وڏيرن جا عذاب پڻ ڀوڳڻا پيا. پر انهن سورمن جي سامهون هڪ پروگرام هو، هڪ مقصد هو، سو آهي ڪٿي ٿا ان کان ڪيپائين اڻڏو انهي ۽ تشدد کين ڪندن بٽائي ڇڏيو.

سندن جدوجهد جو ئي سبب آهي، جو اڄ کين تشدد جو نشانو بڻائيندڙ سامراج جا دلال جاگيردار، سول

۽ هٿيار بند نوڪر شاهيَ به چاهي اقتدار ۾ هجن يا اقتدار کان ٻاهر اهو چوڻ تي مجبور آهن ته هاري، ڪرنگهي جي هڏي جي حيثيت رکي ٿو، چاهي پوءِ انهيءَ جو مطلب نئين ڍنگ سان هارين کي اڳڻ چوڻ هجي، جيئن شڪاري تترن ۽ ٻٽيرن کي ڦاسائڻ لاءِ سندن ٻولي استعمال ڪندا آهن.

اهڙي طرح اڄ هارين، مزدورن ۽ ٻين سامراج دشمن جمهوري قوتن جي مضبوط اتحاد ۾ ڏار وجهڻ لاءِ حڪمران طبقن، هارين ۽ پورهيتن جي ٻولي ۾ ئي ڳالهائڻ شروع ڪيو آهي، جيئن ويجهي واري بجيٽ جي تقرير ۾ هاٿوڪي ناٽي واري وزير کي غريبن هارين جي ڏکن ڏولاون جهوري وڌو هو.) اهڙي طرح ڪڏهن اسلامي سوشلزم ته ڪڏهن قومي سوشلزم جي رستي حڪمران طبقن جي اقتدار کي هٿي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. جڏهن ته سوشلزم جا آهي داعي جاگيردار لنڊن ۾ اعلان ڪيل زرعي اصلاحات تي به عمل ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا ۽ اڄ به جيتوڻيڪ ڪاغذن ۾ سندن زمين 150 ايڪڙ هوندي پر 50000 ۽ 60000 هزار ايڪڙ زمينن تي سندن قبضو موجود آهي. سندن ئي پاس ڪيل ٽيننسي ايڪٽ تي عمل ڪرائڻ لاءِ تيار نه آهن، جيڪڏهن ڪو هاري انهي تي آواز اٿاري ته ڪاٽ ۾ هوندو.

ليڪن هارين کي گهڻو وقت انڌن عقيدن، سوشلزم

جي ڪوڙن ڏڌن ۾ نسل پرستي جي نعرن ۾ منجهائي رکي نٿو سگهجي، اهوئي سبب آهي تہ هن وقت وڏ ڪان وڏ هاري ۾ انهن جا دوست قومي جمهوري ڌاري ۾ جڙندا پيا وڃن.

جيئن تہ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جلسن جلوسن سان گڏوگڏ مختلف مسئلن تي ڪتاب لکي هارين ۾ جاگرتا پيدا ڪندو رهيو، هي ڪتاب ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جيڪو ڪامريڊ جتوئي ٽيهہ سال اڳ ڇپايو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو اسين ٻيهر ڇاپي رهيا آهيون. ٽيهن سالن ۾ ڪيتريون ئي اٿلون پٿلون آيون آهن، پر هن ڪتاب جي اهميت اڄ بہ ايتري ئي آهي جيتري ٽيهہ سال اڳ، ڇوتہ اڄ بہ ان وڏيرا شاهي جو زور آهي. هاري اڄ بہ انگ اگهاڙو، بيٺ بکيو، علاج، تعليم ۽ انساني ضرورتن کان وانجهو آهي. فرق اهو آهي تہ اڳي هٿ ٺوڪي ئي سهي پر جمهوريت هوندي هئي پر هاڻ عوام ان کان بہ وانجهو آهي.

هن ڪتاب ۾ ڪامريڊ جتوئي هارين کي ووٽ رستي وڏيرن کان اقتدار کسڻ ۽ پنهنجي قسمت بدلائڻ جو درس ڏنو آهي، پر اڄ آمريڪي سامراج سرمائيدارن يا وڏيرن تي بہ پورو ڀروسو ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي. اهوئي سبب آهي جو آمريڪي دلالن جو اليڪشن تان اروادو ئي کڄي ويو آهي.

انهي لاءِ اڄ ان ڳالهہ جي شديد ضرورت آهي.

هاري پنهنجي فطري اتحادين مزدور طبقي، دانشورن، شاگردن، وچولي طبقي، محب وطن سرمائيدارن ۽ آبادگارن سان گڏجي سدائين لاءِ سامراج جي پالتو جاگيرداريت ان جي رکوالي آمريڪي سامراج جي دلال سرمائيداري ۽ نوڪر شاهي کان ڇوٽڪاري لاءِ جدوجهد ڪن ۽ هڪ سامراج دشمن جاگيردار مخالفت قومي جمهوريت ڏانهن تڪڙي وک وڌائين.

اوهان جو ساٿي

**تاج مري**

# ديباچو

قديم زماني ۾ آدمخوري عام رواج هو. جا قوم
ٻي قوم تي فتح پائيندي هئي سا مفتوح قوم جي
فردن کي ڪهي پچائي کائيندي هئي ۽ هن رواج
کي برو نه سمجهيو ويندو هو، هي فاتح قوم جو حق
سمجهيو ويندو هو. انسان جون پيداواري طاقتون
محدود هيون ۽ هو اڃا جهنگلي جانورن جي ويجهو هو.
جڏهن انسان ڪجهه ترقي ڪئي ۽ پنهنجو قدر
وڌايو تڏهن فاتح قوم هارايل قوم جي فردن جي
گوشت کان انهي پورهئي کي وڌيڪ ڪارگر سمجهيو.
مفتوح قوم کان فاتح قوم هي سوال پڇيو: اوهان فوري
قتل چاهيو ٿا يا دائمي غلامي؟ ظاهر آهي ته ساهه هر
ڪنهن کي پيارو آهي ۽ مفتوح قوم غلاميءَ کي قتل
تي ترجيح ڏني. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ غلاميءَ جو رواج
شروع ٿيو. ان زماني ۾ غلاميءَ جو رواج هڪ انقلابي
قدم هو، ڇاڪاڻ ته ٻي صورت ۾ هزارها انسان قتل
ٿي ويندا هوا ۽ هي قتل انسان جي بقا لاءِ تمام مضر هو.
مالڪ کي ڪنهن به وقت حق هو ته غلام کي وڪڻي،
ماري يا ماري ڇڏي. حڪومت هميشه مالڪ جو
طرف هئي، ڇاڪاڻ ته حاڪم خود مالڪ طبقي جا
هئا ۽ ڪيترن غلامن جا مالڪ هوا.
يونان ۽ مصر جي تهذيب غلامن جي محنت مان

تعمير لئي يونان جي مشهور فيلسوف ۽ انسان دوست
مفڪر ارسطاطاليس پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته
غلاميءَ جو رواج نه فقط جائز آهي مگر انساني ترقيءَ
لاءِ ضروري آهي اڄ هي ڪهڙو نه واهيات نظر اچي ٿو.

رسول اڪرم جي دور ۾ غلاميءَ جو رواج جائز هو.
حضور انور غلاميءَ جي رواج کي ٻُرو چيو ۽ غلام کي
آزاد ڪرڻ کي هڪ وڏو ثواب قرار ڏنو. حضور انور
غلامن جي زندگيءَ کي خوشتر بنائڻ لاءِ سفارشون
ڪيون: غلام کي سٺو کاڌو ڏيو، جو پاڻ کائو؛ چڱو
ڪپڙو ڏيو، جو پاڻ پهريو، وغيره.

١٨٣٣ع ۾ هڪ انسان دوست انگريز، وليم ولبر فورس
جي حياتيءَ جي جدوجهد کان پوءِ انگريزي پارليامينٽ
غلاميءَ جي رواج کي انگريزي سلطنت ۾ قطعاً بند
ڪيو. هي انسان جي تاريخ ۾ شاندار ڪارنامو هو.
آهستي آهستي آمريڪا، فرانس ۽ ٻين ملڪن ۾ به غلاميءَ
جي رواج کي بند ڪيو ويو.

افسوس ته اسلامي ملڪن ۾ اڃا تائين هي منحوس
رسم هلي اچي، ۽ ان ۾ ڪن مولوين جو رايو آهي ته
غلاميءَ کي بند ڪرڻ ڪفر جي مترادف آهي! اهي
مولوي موجوده زميداريءَ کي به جائز سمجهن ٿا.

غلامي صورتون بدليندي آئي آهي، انسان ترقي
ڪندو آيو آهي، مگر غلامي صفا بند نه ٿي وئي آهي.
زميداري نظام به غلاميءَ جي رسم جي هڪ صورت
آهي. هاري زميندار جو غلام ٿي ڪم ڪري ٿو.
هن ڪتاب ۾ مون هن ڳالهه جي ثابت ڪرڻ جي

ڪوشش ڪئي آهي ته زميداري نظام غلط نظام آهي ۽
انکي ختم ڪرڻ قوم ۽ ملڪ جي لاءِ بلڪل ضروري
آهي. زميداري نظام حقيقت ۾ قوم جي ترقيءَ
جي راه ۾ وڏي ۾ وڏي رنڊڪ آهي.

### زميداري کي ختم ڪيئن ڪجي؟

زميدار کي زميدار نه هاري ڪري ٿو ۽ زميدار
کي ڊاهيندو به هاري. جنهن عوامي طاقت انگريزي
حڪومت کي ختم ڪيو سا طاقت زميدارن کي ختم
ڪري سگهي ٿي. هي تاريخ جي تقاضا آهي.

جهڙيءَ طرح انسان اوزارن ۽ ڪلن جي ذريعي پاڻ
تان محنت جو بوجهو گهٽائيندو آيو آهي ۽ پنهنجي لاءِ
زياده فرصت جا موقعا پيدا ڪري دماغي ۽ جسماني
ترقي ڪندو آيو آهي، اهڙي طرح هن لڙائيءَ جي
طريقن ۾ به سڌارو ڪيو آهي.

هڪ طرف انسان تلوارن ۽ بندوقن ۽ توبن ۽ ائٽم
بم سان لڙي ٿو ته ٻئي طرف هن ووٽ جو طريقو ايجاد
ڪري صلح ۽ امن سان حق وٺڻ جو رستو به اختيار
ڪيو آهي.

جتي اڳي ماڻهو پنهنجا حق تلوارن سان وٺندا هوا
اتي هاڻي هو ووٽ جي ذريعي پنهنجا حق وٺي
سگهن ٿا.

جيڪڏهن ووٽ وٺڻ ۾ انصاف ۽ امانت کان ڪم
ورتو وڃي ۽ صحيح امانتدار چونڊجي اچن ته هوند
گهڻي ڀاڱي اسان جا قومي مسئلا پرامن طريقن سان حل
ٿي وڃن. مگر افسوس جو زميدار طبقو پنهنجي پئسي

جي طاقت سان، دوکيبازي، رشوت ۽ ناجائز طريقن سان پاڻ کي جولڊائي ٿو.

جو مانهو رشوت ۽ زبردستي ۽ ناجائز طريقن سان پاڻ کي چونڊائيندو سو رشوت کي ڪيئن بند ڪندو، سو امن ڪيئن قائم ڪري سگهندو؟

سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جي نمائنده جماعت آهي جا هارين جي حقن لاءِ سالن کان لڙندي آئي آهي.

هن لڙائي ۾ جيڪڏهن خود هاري زميندارن کي ووٽ ڏيندا، جن زميندارن ڪيترن سالن کان پٺي سنايو آهي ۽ سندن خون پيتو آهي، ته پوءِ هيئڪي (هارين کي) ڪيئن حق ملي سگهندا؟

جيڪڏهن هاري پاڻ انصاف نه ڪندا ته ڪير ڪيئن انصاف ڪري ڏيندو؟

مان هي ناچيز ڪتاب سنڌ جي هارين جي خدمت ۾ عرض رکانٿو ته شال هارين جي سنڌ قوم جي شينهن واري طاقت اچي ۽ پنهنجي تاريخي ڪارناما، هاري انقلاب، کي عمل ۾ آڻي دنيا کي ڏيکاري ته سنڌ جا هاري دنيا جي انهن ٻين هارين کان پوئتي نه آهن جن پنهنجي اتحاد ۽ طاقت جي ڪرامت سان حڪومتون هٿ ڪيون آهن، زميندارين کي ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ جنهن جي ڪارنامن کان دنيا عجب حيرت آهي.

گر قبول افتد زهي عز و شرف

حيدرآباد سنڌ

حيدر بخش جتوئي

٢٠- اپريل ١٩٥٣ع

# ترتيب

صفحو

# باب پهريون

## زميندار غلط نظام آهي

جيستائين زميندار سرشتو ختم نہ ڪيو ويندو تيستائين هاريءَ کي جسماني، دماغي ۽ روحاني آزادي ميسر ٿي نہ سگهندي ۽ هاريءَ جو سڌارو، خوشحالي ۽ ترقي محال آهي. جنهن صورت ۾ سنڌ توڙي پاڪستان زرعي ملڪ آهن جنهن جي آدم جو تمام وڏو حصو (قريباً اسي في صدي) هاري آهن، تنهن صورت ۾ هارين جي بدحالي ۽ غلامي معنيٰ پاڪستان جي بد حالي ۽ غلامي، ۽ هارين جي خوشحالي ۽ ترقي معنيٰ پاڪستان جي خوشحالي ۽ ترقي ۽ استحڪام.

### هاري ۽ زميندار

هاري ۽ زميندار بہ جدا، بلڪ متضاد طاقتون آهن ۽ هنن کي انسانيت جي ناتي ۾، يا اسلام يا ٻئي مذهب جي ناتي ۾ هڪ سمجهڻ حقيقتن جي خلاف آهي.

زميندار زمين تي مالڪيءَ جو حق رکي، زمين تي فقط معمولي يا نالي ماتر محنت ڪري زمين جي پيداوار جو وڏو حصو (اڌ لٽڪي، ابواب وغيره) هٿ ڪري

ٿو. برعڪس ان جي، هاري ۽ نهاري جي اُسن ۾ جهولن ۾ ۽ سياري جي سيئن ۾ پارن ۾ ڏينهن رات زمين تي محنت ڪري ٿو، لنب پون لتاڙي ٿو ۽ فصل تيار ڪري ٿو، ۽ پوءِ ان وقت زميندار يا سندس ڪمدار جي رحم ۽ ڪرم تي رهي ٿو ۽ پيداش جو اڌ کان به گهٽ حصو حاصل ڪري سگهي ٿو، سندس زمين تي ڪوبه حق ڪونه رهي.

زميندار نه فقط زمين تي هاريءَ کان محنت ڪرائي ٿو، پر ان کي بيگر، چيڙ ۽ ٻين نمونن ۾ وهائي هڪ دائمي غلاميءَ ۾ جڪڙيل رکي ٿو. هاري سڀ تڪليفون برداشت ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته زميندار وٽ هڪ زبردست هٿيار آهي — زمين تان بيدخلي. زمين تان بيدخلي معنيٰ هاريءَ لاءِ مصيبت.

جيستائين زمين نٺين، سڌارڻي آهي تيستائين زميندار هاريءَ جو محتاج آهي. ”ٻچا، تون زمين ڏاهه، سڌار. تنهنجي پوين کان به زمين ڪا نه کسبي،“ ويچارو هاري خون پسينو هڪ ڪري زمين کي سڌاري ٿو ۽ قومي پيداوار کي وڌائي ٿو، پر جيتري قدر هاري محنت ڪري زمين کي گلزار بڻائي ٿو اوتري قدر زمين سان سندس محبت لڳي ٿي ۽ اوتري قدر سندس محنت سندس مصيبت جو سان سامان تيار ڪري ٿي. زمين سڌرڻ تي زميندار جي روش بلڪل بدلجي ٿي وڃي،

"شيطان" جيڪڏهين بيگر نه وهندين، يا ابواب نه ڏيندين
ته نڪر پاهر. انهيءَ زمين لاءِ هاري گهٽا آهن! "هاري
ويچارو وڃي ڪيڏانهن؟ ڪٿي بهتر زميندار آهي؟ پيد خلي
معنيٰ مصيبت.

هاري چاهي ٿو ته زمين تي سندس حق تسليم
ڪيو وڃي؛ پٽيءَ ۾ ڪيس وڌ حصو ملي؛ چيز بيگر
کان آزاد رهي؛ ۽ آخر زميندار ختم ٿئي. زميندار
چاهي ٿو ته فقط سندس حق هجي ۽ هاريءَ جو ڪوبه
حق نه هجي؛ پٽيءَ ۾ اٺ ڪانسواءِ ابواب ۽ لوازما به
وصول ڪري سگهي؛ هاريءَ کان مفت خدمتون حاصل
ڪري سگهي؛ ۽ موجوده زميندار سرشتو هميشه لاءِ
بر قرار رهي.

اهڙيءَ طرح هاري ۽ زميندار بلڪل متضاد طاقتون آهن.

## حقيقي طاقت جو مالڪ هاري آهي ۽ نه زميندار

دنيا جي هر چيز جنهن کي قدر ۽ قيمت آهي ان ۾
هڪ چيز ضرور سمايل آهي، ۽ اها آهي انسان جي
محنت ۽ انسان جو پورهيو. هر شيءِ جو مدار انسان جي
محنت جي مقدار ۽ خاصيت تي آهي. انسان جي
محنت کان سواءِ کاڻ اندر قيمتي هيرو ڪوڏيءَ کان
به گهٽ لهي ٿو. واهن ۽ ڪڙين کوٽڻ سان درياه جو
پاڻي زمين ۾ اچي آب حيات جو ڪم ڏئي ٿو، نه ته

درياه جو پاڻي سمنڊ ۾ داخل ٿئي ڪارو پاڻي ٿئي ٿو،
باغ جي ڦردار وڻ ۾ انسان جي محنت سمايل آهي:
ڇڪي ڪٽڻ، پاڻي ڏيڻ، پوٽي کي ڀلو ڙهو ڏيڻ وغيره.
۽ نه وڻ شروع ۾ ٿي سگهي ٿي ها، يا ٻڪرين ۽
اُن جو ڪاچ ٿي وڃي ها. انسان جي محنت ۾ اها
ڪرامت آهي جا مٽيءَ مان اناج پيدا ڪري ٿي،
جنهن مان باغ بستان، محل ماڙيون، قلم ڪتاب، ريل
ريڊيا اُهن ٿا ۽ جنهن هن ڌرتيءَ جي شڪل ۽ نقشو
ڦيرائي ڇڏيو آهي.

زرعي پيداوار هاريءَ جي محنت جو ئي معجزو
آهي. هاري مٽيءَ سان مٽي ٿي ان مان گلزار بنائي ٿو،
اناج پيدا ڪري ٿو، ڪپهه سڻي پيدا ڪري ٿو.

هر ڪير ڪاهي ٿو؟ رڍ ڪير ڏئي ٿو؟— هاري.
جهنگل ڪير هٽي ٿو؟ ٻنا ڪير ٻڌي ٿو؟— هاري.
جهار ڪير هڪلي ٿو، لابارو ڪير ڪري ٿو؟—
هاري. گاه ڪير گاهي ٿو؟ چونڊو ڪير ڪري ٿو؟—
هاري. غرض نه زراعت، کيتيءَ جي هر دور ۾ هاريءَ
جو هٿ آهي.

زميندار هر ڪاهيندو آهي؟— نه. جهار هڪليندو
آهي؟— نه. لابارو ڪندو آهي؟— نه. ڪالي ڪٽيندو
آهي؟— نه. هو ته پاڻي به ڪٿ ٿان اٿي پري ته پيئندو
آهي، کيس نوڪر ڪپي. زميندار زمين تي محنت ڪونه

ٽو ڪري، بلڪ هو زمين کان سويس ڪوه پري هوائي
بندرن ۽ بنگلن ۾ عياشي ڪري ٿو ۽ هن کي خبر ئي
ڪانهي ته منهنجي زمين ڪٿي ۽ ڪهڙي آهي.

ان جي معنيٰ ته حقيقي طاقت جو مالڪ هاري
آهي. زميندار هڪ بيڪار هستي آهي؛ زميندار هاريءَ
جو محتاج آهي، هڪ ڀيڙي آهي. هي آهي هاريءَ
جي حقيقي حيثيت.

هاريءَ جي پورهئي مان زميندار ڍول ڏئي ٿو ۽
پاڻ عيش ڪري ٿو. هاريءَ جي پورهئي مان عملدار،
وزير، گورنر سڀ پلجن ٿا ۽ مزا ماڻين ٿا. هي سڀ
هاريءَ جا نمڪ خور آهن. تنهنڪري هاريءَ جو حق
فطرتي سرمائي، يعني زمين، تي زميندار کان وڌيڪ آهي.

تنهنکانسواءِ، هينئر جڏهن جمهوريت جو زمانو اچي
رهيو آهي ۽ حڪومت جو بنياد، گهڻي جدوجهد کان
پوءِ، پشت به پشت شخصي بادشاهن ۽ خليفن کان کسي
عوام جي راءِ (يعني ووٽ) تي رکيو ويو آهي، جنهن
۾ هڪ تمندار نواب کي به هڪ ووٽ آهي ۽ اهڙي
وزن جو ووٽ آهي جهڙو هڪ غريب هاريءَ کي؛
جڏهن هڪ زميندار جي مقابلي ۾ هزارها هاري ووٽر
آهن، تڏهن ظاهر آهي ته هاري نه فقط قوم جا پاليندڙ
۽ ابا آهن، پر هو ملڪ جا حاڪم به آهن. هاڻي هاري
پنهنجي ووٽ جي زور سان حڪومتون ڊاهي به سگهن

تا ۽ ناهي ته سگهن ٿا. جا حڪومت هاري پنهنجي
باشعور ڪوشش ۽ منظم طاقت سان ناهيندا سا ضرور
زمينداري حڪومت کان بهتر ٿيندي، ڇاڪاڻ ته هارين
جي حڪومت ۾ قوم جي وڏي اڪثريت جي مفاد
کي پيش نظر رکيو ويندو. موجوده زمينداري حڪومت
۾ صرف چند زميندارن جي مفاد کي جڳهه آهي ۽ جنهن
جو لازمي نتيجو آهي هر قسم جا ظلم: بي ايماني،
رشوت، بک، بدامني وغيره.

اناج اپائي به هاري ۽ بک به هاريءَ جي گهر، ڪپهه پيدا به هاري ڪري ۽ انگ اگهاڙو به هاري؛ حالانڪ محنت جي طاقت جي لحاظ سان، توڙي ووٽ جي اڪثريت جي لحاظ سان، حقيقي طاقت جو مالڪ، ملڪ جو حقيقي حاڪم ۽ بادشاهه هاري آهي ۽ نه زميندار.

## زمينداري قدرتي قانون جي خلاف آهي

جنهن قدرت انسان کي وجود ۾ آندو ان هڪ طرف انسان کي وڏين طاقتن ۽ صفتن جو مالڪ ڪيو، جو هو اشرف المخلوقات جو خطاب رکي ٿو. گهوڙا، ڏاند، هاٿي ۽ شينهن جي انسان کان ڪيترين دفعا زياده جسماني طاقت رکن ٿا- انهن تي انسان حاڪم آهي ۽ انهن کي هو پنهنجي نفعي خاطر استعمال ڪري ٿو. ٻئي طرف،

انهن طاقتن سان گڏ قدرت انسان کي ڪن شين جو محتاج به رکيو آهي.

قدرت انسان کي هوا جو محتاج رکيو آهي. هوا کان سواءِ انسان پل به زنده رهي نه ٿو سگهي.

مگر جنهن قدرت انسان کي هوا جو محتاج رکيو آهي ان هوا کي هر هنڌ موجود به رکيو آهي، بغير قيمت جي ۽ سڀني لاءِ يڪسان.

جيڪڏهن هوا کي شيشن ۾ بند ڪري سگهجي ها ته ڪيترا شاهوڪار ۽ زميندار "هوا بند شيشه ڪمپنيون" برپا ڪن ها ۽ گهري بها تي هوا جو وکرو ڪن ها ۽ اهڙيءَ طرح هزارن غريبن کي جيئڻ نه ڏين ها.

قدرت انسان کي روشنيءَ جو محتاج رکيو آهي. سج جي روشنائي کان سواءِ اسان ڪجهه ڏسي نه سگهون ها. سج جي روشنائي ۽ گرمي پوک ۽ وڻن جي اسرڻ لاءِ ضروري آهي. زمين کي ڇاليهي ها هر ڪاراڻ پاڻ جي حيثيت رکن ٿا. وڻ جي ڇانو هيٺ جتي روشنائي گهٽ هوندي آهي اتي فصل به گهٽ ٿيندو آهي. روشنائي زيانڪار جيوڙن کي ناس ڪري ٿي. لاڳيتي جهڙ سبب فصلن کي مهلو ۽ ٻيون بيماريون لڳي ويندڙيون آهن.

مگر جنهن قدرت اسان کي روشنيءَ جو محتاج رکيو آهي ان روشنيءَ کي هر هنڌ موجود به رکيو آهي،

بغير قيمت جي ۽ سڀني لاءِ يڪسان. قدرت زميندارن لاءِ هڪ جدا سج ۽ هارين لاءِ ننڍڙا تارا ڪونه ٺاهيا آهن. سج جي روشني هر ڪنهن لاءِ موجود آهي.

اهڙيءَ طرح قدرت اسان کي پاڻيءَ جو به محتاج رکيو آهي: پيئڻ لاءِ، مال لاءِ، فصلن لاءِ. ۽ پاڻي به ڌرتيءَ تي هر هنڌ موجود آهي جو ٿوريءَ محنت سان هٿ ڪري سگهجي ٿو.

انهن سڀني شين کان سواءِ انسان کاڌي جو محتاج آهي، ڪپڙي جو محتاج آهي، جاءِ جو محتاج آهي. ۽ انهن سڀني جو بنياد آهي زمين. زمين مان اناج ۽ ڪپهه پيدا ٿين ٿا ۽ زمين مان گاهه ٿئي ٿو جنهن تي مال، ٻڪريون، گهوڙا جو گذران آهي. زمين مان ڌاتو ۽ هر ضروري شئي ملي ٿي.

هاڻي جنهن قدرت اسانکي هوا، روشني ۽ پاڻيءَ جو محتاج رکيو ان هوا روشني ۽ پاڻي اسان لاءِ موجود رکيا آهن. ساڳي قدرت جنهن اسانکي کاڌي ڪپڙي جو محتاج رکيو سا اسان کي زمين کان ڪيئن محروم رکندي؟ واقعي قدرت هر انسان لاءِ زمين موجود ڪئي آهي. خلق خدا، ملڪ خدا.

هر هڪ انسان جو اينتري زمين تي حق آهي جيتري هنجي رهڻ ۽ گذاري لاءِ ضروري ۽ ڪافي آهي. زمين تي هر هڪ انسان جو برابريءَ جهڙو حق آهي.

هي انصاف نہ آهي تہ هڪڙو انسان لکن ايڪڙن تي مالڪيءَ جو حق رکي ۽ لکن انسان کي وري ويهن لاءِ ويسو بہ نہ ملي ۽ گذاري لاءِ ايڪڙ بہ نہ. ڪوبہ انسان ماءُ پيٽان زمينداريءَ جو چنو آڻي ٿو؟

سنڌ ۾ چار هزار اهڙا زميندار آهن جنکي ڏهن هزارن ايڪڙن کان مٿي زمين آهي ۽ سنڌ ۾ ڏيڍ لک اهڙا هاري آهن جن کي ويسو بہ زمين ڪانهي. زمين جي اها ورچ بي انصافيءَ تي ٻڌل آهي ۽ قدرتي قانون جي خلاف آهي

قدرتي قانون جي تقاضا آهي تہ جنهن صورت ۾ سنڌ ۾ نوي لک ايڪڙ لائق آباد زمين آهي ۽ سنڌ ۾ پنجيتاليهہ لک آدم آهي تنهن صورت ۾ هر هڪ ماڻهوءَ کي اٽڪل ٻہ ايڪڙ ملڻ گهرجن. نواب غيبي خان جي گهر ۾ جيڪڏهن ڏه ٻاتي آهن تہ سندس حق فقط ويهن ايڪڙن تي آهي، ۽ سندس نون لکن جريبن تي قبضو بيجا آهي، قدرتي قانون جي خلاف آهي. زميندارن قدرتي قانون کي ٽوڙيو آهي ۽ هاڻي قدرتي قانون ٽوڙيندڙن کي ٽوڙڻو آهي ۽ زمين هارين ۾ ورهائڻي آهي. هارپ ۽ پورهئي جي لحاظ کان هارين جو زمين تي سڀني کان وڌيڪ، سڀني کان مقدم حق آهي.

## زميندار ي نظام غلط نظام آهي

زميندار ي نظام غلط نظام آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ پورهيت، محنت ڪش طبقو مصيبتن ۾ ڦاٿل آهي ۽ زميندار طبقو خوشحال ۽ عيش عشرت ۾ مصروف آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ هڪ محنت ڪندڙ شريف ماڻهو ذليل رهي ٿو ۽ هڪ بيڪار ۽ بدڪار ماڻهو صرف دولت جي لحاظ کان شريف ۽ معزز سمجهيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ هڪ انسان ٻئي انسان کي پنهنجي ذاتي نفع خاطر مزدور ۽ غلام ڪري وهائي ٿو ۽ وهائي وهائي ان جو ساهه ڪڍي ٿو، ڇاڪاڻ ته ان ۾ زال ذات جي عزت ۽ عصمت کي هزارن حيلن سان وڪيو وڃي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته ان ۾ انسان انسانيت کي تباهه ڪري ٿو. هن غلط نظام کي مٽائڻ هر نيڪ انسان جو فرض آهي. هن غلط نظام کي مٽائي ان جي جاءِ تي هڪ اهڙو نظام قائم ڪرڻ ضروري آهي جنهن ۾ هر انسان کي محنت جو پورو موقعو ملي ۽ پورو اجورو ملي؛ جنهن ۾ هر انسان پنهنجي محنت جي ڦل جو مالڪ پاڻ هجي؛ جنهن ۾ پورهيو هڪ مصيبت نه پر هڪ فطرتي تقاضا ۽ مسرت ۽ فخر جو باعث هجي؛ جنهن ۾ سڀ قدرتي وسيلا ۽ نعمتون سڄي قوم لاءِ وقف هجن ۽ هر ڪنهن کي ضرورت موافق حصو ملي؛ جنهن ۾ علم ۽ دانش عام

ھجين، جنھن ۾ انساني دماغ ۽ خيال آزاد رھن، جنھن ۾ عدل، انصاف ۽ مروت جو راڄ ھجي؛ جنھن ۾ امن ۽ آرام ۽ فراغت ۽ فرحت ھر ڪنھنکي ميسر ٿين؛ ۽ جنھن ۾ مڪمل انساني برادري برقرار آھي.

## ھاري ۽ انقلاب

ھن غلط نظام کي مٽائڻ جي انقلاب جو ڪم ڪنھنکي سر انجام ڪرڻو آھي؟ ھي ڪم انھيءَ طبقي جو آھي، جو ھن غلط نظام جي خرابين ۽ بي انصافين جو شڪار آھي — يعني ھاري طبقو. ھن انقلاب جي مخالفت ڪير ڪندو؟ — اھو طبقو جنھن کي ھن غلط نظام مان فائدو آھي — يعني زميندار طبقو. زميندار ھر نموني ۾ ھن انقلاب جي آخر دم تائين مخالفت ڪندو ۽ ھاري طبقي جي خلاف ھر قسم جا اوزار ڪتب آڻيندو.

زميندار جا اوزار وحشي آھن، مذھبي آھن، غلط دليل بازي آھن، قانوني آھن وغيره.

## زميندار جا وحشي اوزار

زميندار اصل کان وحشي اوزار ڪتب آڻيندا آھن يعني ڌاڙ، مڙسي، پڳسي، پوليس ۽ حڪومت جي ذريعي دٻاءُ، ماراماري، خونريزي، مال چوري، ڪوڙا مقدما، وغيره.

زميندار جيڪڏھن ڪنھن غريب تي ڪاوڙجي

ٿو ته هنکي پنهنجي هٿن سان يا پنهنجي نوڪرن چاڪرن يا غنڊن هٿان مارڪٽ ڪڍائي ٿو، يا ڪارگند سان هن کي ذليل ۽ خوار ڪري ٿو. غريب جي ڪٿي به دادرسي ڪانه ٿي ٿئي. هنکي مجبور ٿي زميندار جو ڳوٺ ۽ راڄ ڇڏڻو پوي ٿو.

ڪيترا ڀيرا ڪنهن غريب ڳوٺ ڇڏڻ تي زميندار ان جو مال ٻڪ تي موڪلي ٿو، پوءِ ۽ مال جو پاڻي بند ڪري ٿو ۽ غريب جي زندگي زهر ڪري ٿو.

ڪوڙن مقدمن ۽ ڪوڙين شاهدين ڏيڻ ۾ زميندار خاص طرح چالاڪ آهي.

ڪيترا ڀيرا وڏيري جي ڪنهن سان دشمني ٿي — ۽ دشمنيءَ جو سبب شايد اهو هوندو جو ڪنهن غريب ان وڏيري کي سلام نه ڪيو هوندو، يا پيرين نه پيو هوندو، يا بيگر کان انڪار ڪيو هوندو — ته وڏيرو ڪنهن بيوقوف غريب کي اشارو ڪندو ته وڃي ان بدبخت جي ڳئون چورا، ”مان وٺو آهيان، ڪير تنهنجو نالو وٺي!“ اهو بيوقوف وڃي ڳئون چورائيندو. ٻئي ڏينهن پوليس وٽ رپورٽ. هلندو وڏيرو ڳالهه تي ۽ ٿيندو سرخرو پوليس وٽ. ”هي ويچاري چوري مون پڪڙائي آهي. مونکي ڊي ايس پي کان آفرين نامو ضرور وٺائي ڏجو“. بيوقوف غريب کي ڳئون سوڌو وٺائيندو

جيل اندر: "بيوقوف! مون توکي چرچو ڪري ڇڏيو هو، تو ڇو وڃي پرائي ڳئون چورائي، ۽ پاڻ ڦاسايو!" پوءِ وڏيرو وٺندڙ پاسو قيديءَ جي مائٽن جو: "بابا، هينئر پئسي سان ڇٽندو. سو روپيا صوبيدار لاءِ، پنجويهه روپيا جمعدار جي لاءِ. نه ته وڪيلن ۽ مئجسٽريٽن جا خرچ پڌو پيا." اهڙيءَ طرح وڏيرو ڪيترن غريبن جا خانا خراب ڪيو ڇڏي.

ڪورٽن مقدمن ۾ البته تڪليف آهي: شاهد تيار ڪرڻ، وڪيل ڪرڻ، وغيره. اڄ ڪلهه وڏيرا پنهنجن دشمنن کي صفا خون ڪرائي ڇڏين ٿا، جنهن لاءِ وٽن غنڊا موجود آهن. جيڪڏهن ان غنڊي کي هيٺين ڪورٽ مان آزاد نه ڪرايو ويو ته پرواهه ناهي. هوم منسٽر صاحب پنهنجو آهي، ڦاسيءَ جي سزا معاف ڪري ڇڏيندو.

هڪ طرف، جيئن جيئن عوامي طاقتون وڌنديون رهن ۽ بيداري پکڙندي وڃي، جيئن جيئن اخبارن جو آواز طاقتور ٿيندو وڃي، تيئن تيئن وحشي اوزار مُڏا ٿيندا رهن.

ٻئي طرف، علم ۽ روشنيءَ سان گڏ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ حرفتبازي ۽ چالاڪيءَ به واڌارو ڪيو آهي جنهنڪري نئين سج نوان وحشي طريقا نمودار ٿيندا ٿا وڃن.

## مذهبي اوزار

جيتوڻيڪ هر مذهب نيڪ نيتيءَ سان انسان ذات جي سڌارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي آهي ۽ وقت جي مسئلن ۽ مشڪلاتن جو حتي الامڪان حل پيش ڪيو آهي مگر افسوس آهي جو اڳتي هلي انهن ئي مذهبن سببان خدا ۽ خداپرستيءَ جي نالي ۾ ايترا انسان خون ڪيا آهن جيترا انساني لالچن ۽ نفس پرستيءَ سببان به نه ڪيا آهن؛ جنهنڪري انهن مذهبن جو اصلي مقصد فوت ٿي ويو آهي. حڪمران طبقي هميشه پنهنجي طاقت جي تحفظ ۽ ترقي لاءِ مذهبي مولوين جي فتوائن جي ذريعي مذهب کي وڏو هٿيار ڪري ڪم آندو آهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ ڪلهه مذهبن ۽ مذهبي پيشوائن ۾ عوام جو اعتماد گهٽبو وڃي ۽ تجربي جي بنياد تي هو پنهنجي قسمت جون واڳون مذهبي پيشوائن کان کسي پنهنجي هٿن ۾ ڪندا وڃن.

زميندار طبقي هميشه ڪان وحشي اوزارن سان گڏ مذهب کي به پنهنجي مطلبن ۽ غرضن لاءِ استعمال پي ڪيو آهي. هندو زميندار پنهنجي هندو هاريءَ کي چوي ٿو: "اسانجي ويدن ۽ شاسترن پٽاندر هر ساهدار پنهنجي ڪرمن موجب جنم وٺي ٿو. راجا اڳئين جوڻ ۾ ڀلا ڪم ڪيا هوا تڏهن راجا ٿيو آهي. ڀنگيءَ اڳئين جوڻ ۾ بڇڙا ڪم ڪيا تڏهن ڀنگي ٿيو آهي. ڀنگيئو!

چڱيطرح صفائي ڪريو، پوڄا ڪريو، راڄا جي آڳيا مڃيو، ته ٻئي جنم ۾ راڄا ٿي پوندؤ! هاريئو! پورهيو ڪيو، فرمان بردار ٿيو، چون چرا نه ڪيو، ٻئي جنم ۾ اوهان زميندار ٿي پوندا!"

مسلمان زميندار چوي ٿو: "الله تعاليٰ بعض ماڻهن کي بعض ماڻهن تي شرف ڏنو آهي. قادر جي تقدير زميندار کي زميندار ڪيو آهي، هاريءَ کي هاري ڪيو آهي. الله جي حڪم کان سواءِ ڪک به نه ٿو چري. هاريئو! حسد نه ڪيو، رضا تي راضي رهو!"

عيسائي پادري فرمائي ٿو: حضرت عيسيٰ جو قول آهي ته "هڪ شاهوڪار بهشت ۾ وڃي اهو اهڙو مشڪل آهي جهڙو سئيءَ جي ناڪڙي مان اُٺ جو لنگهڻ." هن جو مطلب آهي ته غريب انهيءَ ۾ خوش رهن ته اينده دنيا ۾ غريب بهشتي ٿي رهندا ۽ شاهوڪار دوزخي. فڪر ناهي جيڪڏهن شاهوڪارن هن دنيا ۾ ٿورو وقت عيش ڪيو، اڳتي غريب هميشه لاءِ سک ماڻيندا. هن خوابي دنيا جي تڪليفن ۽ مصيبتن جي پرواه ناهي. غريبن کي پنهنجن حقن سارڻ ۽ وٺڻ جو ڪهڙو ضرور؟

اهڙيءَ طرح غريبن هارين ۽ مزورن جي انقلابي جذبات کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي ٿي.

حقيقت ۾ زميندار مسلمان هجن يا هندو يا پارسي،

پاڻ ۾ هڪ آهن؛ سندن هلت چلت، لباس، طعام اعليٰ پيماني تي آهي. مسٽر محمد ايوب کهڙو، مکي گوبندرام توڙي مسٽر فقير جي گولوالا ـــ ٽيئي فرسٽ ڪلاس گاڏي ۾ گڏجي سفر ڪن ٿا.

ٻئي طرف ذات هاري ـــ مسلمان، هندو، پارسي يا عيسائي ـــ هڪ طاقت آهن، سندن رهڻي ڪهڻي هڪ جهڙي ۽ زميندارن کان الڳ ـــ آهي هنن جي جاءِ ٿرڊ ڪلاس گاڏو آهي.

مسلمان زميندار مسلمان هارين کي اسلام جي نالي ۾ ۽ اسلام جو واسطو ڏيئي هندو هارين جي خلاف ڀڙڪائي ٿو ۽ هندو زميندار هندو هارين کي هندو ڌرم جي نالي ۾ مسلمان هارين جي خلاف ڀڙڪائي ٿو. سندن مقصد آهي هارين ۾ نفاق ۽ انتشار پيدا ڪرڻ. ستڌن واسطو اسلام يا هندو ڌرم سان اهڙو ناهي جهڙو پنهنجي زميداري طاقت برقرار رکڻ سان.

## غلط دليلبازيءَ جا اوزار

١- "پنج ئي آڱريون برابر نه آهن." ـــ ان مان ثابت آهي ته قدرت ڪنهن کي وڏو ڪيو ڪنهن کي ننڍو ڪيو؛ ڪنهن کي زميندار ڪنهن کي هاري؛ ڪنهن کي شاهوڪار ڪنهن کي غريب. هي آهي زميندار دليل.

اول ته سڀني انسانن جي ساخت قدرت هڪ جهڙي ڪئي آهي. ٻه اکيون، ٻه ڪن، هڪ زبان وغيره-

سڀني انسانن کي هڪ جهڙا آهن. ائين ناهي ته غريب
کي ٻه اکيون ۽ شاهوڪار کي ٽي چار اکيون آهن. سڀ
انسان هڪ تقويم ۾ پيدا ٿين ٿا. ائين به ناهي ته زميندار
کي ماءُ پيٽان زميندارِي مهر لڳل آهي. بلڪ ڪيترا
غريب هاري آهن جي زميندارن کان وڌيڪ طاقتور
۽ سهڻا آهن. مسٽر ڪوڙو شير ملهه سان ملهه وڙهي ڏسي
ته خبر پويس.

ائين برابر آهي ته فهم ۾، ڏاڪا ۾، محنت ۾،
قوت ۾، سڀ انسان هڪ جهڙا نه آهن. پر ڇا موجوده
زميندارِي نظام ۾ مال ملڪيت هر ڪنهن کي فهم
محنت ۽ طاقت مطابق آهي؟ اڪثر حالتن ۾ قابل،
ايماندار ۽ عالم شخص مسڪينيءَ ۽ محتاجيءَ ۾ گذر
ڪن ٿا ۽ ڪيترا جاهل ۽ بي ايمان صرف ٺڳي ۽
بدمعاشي ذريعي مان شان سان هلن چلن ٿا.

پنجن آڱرين ۾ واقعي تفاوت آهي، پر اهو به ڪن
حدن اندر آهي. جيڪڏهن ڇيچ ڏيڍ انچ آهي ته
وڏي وچين آڱر اڍائي انچن اندر آهي. ائين ناهي ته
ڇيچ ڏيڍ انچ آهي ته آڱوٺو پنج فوٽ يا پنجاهه فوٽ
آهي. جيڪڏهن هاري اڌ سير اٽو کائي ٿو ته زميندار
پنج من ڪونه ٿو کائي.

زميندارِي نظام ۾ سنڌ اندر ٽيهه لک اهڙا هاري
آهن جن کي هڪ ويسو زمين به ڪانهي، ۽ ڪيترا

زميندار آهن جي ڏهن ويهن هزارن ايڪڙن تي مالڪيءَ
جو حق رکن ٿا.

زمين جو ورهاڱو هر هڪ انسان کي سندس ضرورت
۽ صلاحيت مطابق ٿيڻ کپي. اهو ڪم موجوده زميندارِيءَ
کي ختم ڪرڻ سان ئي سر انجام ٿي سگهي ٿو.

اهڙيءَ طرح "پنجئي آڱريون برابر ناهن" جو مثال
غلط آهي. ڪاڏي ڪائڻ وقت پنجئي آڱريون برابر ۽
هڪجهڙيون ٿينديون آهن. مڪ لاءِ پنجئي آڱريون هڪ
ٿينديون آهن.

۴- "تون به رئيس مان به رئيس ته گاڏي ڪير
هڪليندو؟" — هي آهي ٻيو زميندارِي پهاڪو.

اول ته جيستائين گاڏي هلائڻ جو معاملو آهي تيستائين
حقيقي رئيس اهو آهي جو گاڏيءَ جي هلائڻ جي
خدمت بجا آڻي ٿو، ۽ نه اهو جو گاڏيءَ تي خاموش
۽ معتبر ٿي ويهي ٿو يا سمهي پئي ٿو.

ٻيو ته مناسب ائين آهي ته گاڏيءَ ۾ جيڪڏهن
پنج ماڻهو آهن ته هر هڪ واري تي گاڏي هلائي ۽
گاڏي هلائڻ جي خدمت جو شرف حاصل ڪري.

جيڪڏهن هر ڪنهن ماڻهوءَ کي سندس لياقت
موجب قوم جو ڪم ورهائي ڏنو وڃي ته ان حالت ۾ گاڏي
هلائڻ، فلسفي ڪوجنا ڪرڻ، شعر لکڻ يا وزير ٿي ڪم
ڪرڻ ۾ وڏو فرق ڪونهي.

سرمائيداري ۽ زميداري نظام ۾ هٿن ۽ دماغ جي پورهئي ۾، واهڻ ۽ شهر ۾، وڏو فرق آهي، جنهن ۾ هٿن جي پورهئي کي نيچ سمجهيو ويندو آهي ۽ دماغي پورهئي کي شريف ۽ اعليٰ سمجهيو ويندو آهي. اها تفريق گهڻين خرابين جو بنياد آهي ۽ اڄوڪي سائنس جي زماني ۾ ان کي گهٽائي ۽ مٽائي سگهجي ٿو. اڄوڪي زماني ۾ پوڙهو هلائڻ هڪ هنر ۽ باعث فخر سمجهيو وڃي ٿو ۽ نه باعث شرم.

الغرض ته رئيس ٿي به گاڏي هلائي سگهجي ٿي ۽ رفيق ٿي به گاڏي هلائي سگهجي ٿي، گاڏي هلائڻ رئيسائپ آهي، باعث شرم ناهي.

٣- "هاري تحريڪ جو مطلب آهي سڀ هڪ جهڙا، يعني سڀ سڀا،،. هاري تحريڪ جو مقصد اهو بلڪل ناهي ته سڀ سڀا ٿين، بلڪ هي ته سڀ ساڻا سنئا ٿين. موجوده زميداري نظام ۾ قوم جو فقط هڪ ٿورڙو حصو، الين ۾ لوڻ چيٽرو، خوشحال آهي ۽ باقي سڄي قوم مسڪين ۽ بدحال آهي. زميداري ختم ڪرڻ سان ملڪ جي سموري زمين هارين ۽ عوام لاءِ ترقي جا دروازا کوليندي؛ جي ماڻهو بيروزگار آهن سي ڌنڌي ۾ لڳي ويندا ۽ هاري زمين ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺي پيداوار وڌائيندا. تنهن کانسواءِ مشينري ۽ باهمي امدادي طريقن سان قومي پيداوار وڌندي، هاڻي

ڪان ليٽي چوٽي تي سگهندي. زميندار ي نظام انهن واڌارن جي رستي ۾ رنڊڪ آهي.

هاري تحريڪ ڪڏهن به خيالي مساوات، هڪ جهڙائي ۽ برابري جي تائيد ڪا نه ڪئي آهي، ڇاڪاڻ ته انسان جي تاريخ ۾ اها اڄ تائين ناممڪن نظر اچي ٿي.

هاري تحريڪ هي تقاضا ڪري ٿي ته هر انسان کي زندگيءَ جي بنيادي ضروريات لاءِ ۽ ترقيءَ لاءِ هڪ جهڙا موقعا ملن.

سرمائيداري ۽ زميندار ي نظام جي مساوات ۾ ڏهن پاتين واري ملازم کي به ساڳيو پگهار ليکا روپيه ته ٻن پاتين واري کي به ساڳيو، "هڪ جهڙو". بيروزگاريءَ ۾ جوان لاءِ به پينشن ڪا نه ته پوڙهي پنگلي لاءِ به ڪانه، ٻئي "هڪ جهڙا" — ڀلي مرن، توڙي پنن، توڙي چوري ڪن. ساڳي مزدوري لاءِ جوان به اٺ ڪلاڪ پورهيو ڪري، زال به اٺ ڪلاڪ ته پوڙهو به اٺ ڪلاڪ، سڀ "هڪ جهڙا". هر هڪ مرد کي "هڪ جهڙو" حق آهي ته ڀلي چار زالون پرڻجي ۽ ڇڪلي کي وسائل هجو به زالن توڙي مردن کي "هڪ جهڙو" حق.

هاري نظام ۾ اهي "هڪ جهڙايون" ڪو نه آهن. هاري نظام ۾ پوڙهن، ڄڻن ۽ ٻچي پياريندڙ مائرن تان پورهيو معاف آهي ۽ هو گذران لاءِ پينشن جا حقدار آهن

جا پيشن قوم کي پرڻي آهي. ٻارن تان پورهيو معاف آهي ته جيئن هو تعليم ۽ تربيت وٺي قوم جي خدمت جا لائق ٿين. ڏهن پاتين واري ملازم کي ايترو پگهار ۽ وظيفا ملن جيئن هو سڀ آرام ۽ اطمينان سان زندگي بسر ڪري سگهن. ٻنڌي ۽ روزگار تي هر ڪنهن انسان جو حق آهي ۽ جنهنجي مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ قوم ۽ قومي حڪومت هميشه ٻڌل آهي.

اُئين ناهي ته هاري ٺهرِڪ سيٺي کي سجو ڪرڻ چاهي ٿي. هاري ٺهرِڪ چاهي ٿي ته بيڪار زميندارن جي گهڻي ڪاڏي سبب بدهاضمي کي بند ڪيو وڃي ۽ ان ابائيندڙ هارين جي بُک دور ڪئي وڃي.

۴ - ”هاري ٺهرِڪ هارين ۽ زميندارن جي وچ طبقاتي ڪشمڪش پيدا ڪري قومي شيرازي کي ٽوڙي ٿي“. هاري ۽ زميندار جي وچ واقعي طبقاتي ڪشمڪش آهي، جنهن ۾ هاري طبقو مظلوم آهي ۽ زميندار طبقو ظالم. ظالم هميشه پنهنجي ظلم کي لڪائڻ لاءِ هن واقعي ڪشمڪش کي لڪائي ٿو ۽ انجو انڪار ڪري ٿو. هاري ٺهرِڪ هن ڪشمڪش کي ننگو ڪري ڏيکاري ٿي ۽ ساڳئي وقت ان ڪشمڪش جي ختم ڪرڻ جا اُپاءِ به ٻڌائي ٿي. جيڪڏهن قوم جو شيرازو ٽوڙيو آهي ته زميندار ي، جيڪڏهن طبقاتي ڪشمڪش پيدا ڪئي آهي ته زميندار ي نظام ۽ نه

هاري تحريڪ. هاري تحريڪ هرڪنهن لاءِ صلاح، امن ۽ ترقي چاهي ٿي ۽ اهي تڏهن ميسر ٿي سگهندا جڏهن زميداري ختم ٿيندي، ڇو ته اها ئي ان ڪشمڪش جو بنياد آهي.

۵- "هاري جاهل آهن، هنن کي پاڙهيو، لائق ڪريو ۽ پوءِ هنن کي حق ولي ڏيو."

هاري برابر اڪثر حالت ۾ اڻ پڙهيل آهن، پر موجوده زميداري نظام ۾ هنن کي پاڙهڻ جو ڪم بلڪل مشڪل، نا ممڪن جهڙو آهي.

زميندار نٿو چاهي ته هاري پڙهي: پڙهيل هاري سڃاڻپ ٿيندو ۽ مٽيءَ يا تڏي تي وهڻ جي بجاءِ زميندار جي سامهون ڪرسيءَ تي ويهڻ جي جرئت رکندو ۽ آخر زميندار جو انتظام بگاڙيندو.

عملدار نٿو چاهي ته هاري پڙهي: جاهل هاريءَ کي ڦرڻ لتاڙڻ سولو آهي، پڙهيل هاري پوءِ ته به رشوت خلاف گمنام عريضون پيو لکندو.

ملا مولوي نٿو چاهي ته هاري پڙهي: اڻ پڙهيل هاري وٽانس تعويذ، دعائون ۽ استخارا ڪيائي ڪجهه نه ڪجهه ڏئي ٿو پڙهيل هاري مولوي کان عقلي سوال جواب ڪري انکي منجهائي سگهي ٿو.

مرشد نٿو چاهي ته هاري پڙهي: پڙهيل هاري پيرن جي اصليت کي تاڙي رهي ٿو ۽ انهن جو منڪر

ٿي وڃي ٿو. جاهل هاري انڌي اعتقاد ۾ مرشد تان
قربان ٿي پيو ٿئي ۽ مرشد لاءِ هي ڳالهه فائديمند آهي.

اهوئي سبب آهي جو هاري طبقو هيلتائين اڻ پڙهيل
رهيو آهي ۽ جيستائين هارين سياسي طاقت ۽ حڪومت
پنهنجي قبضي ۾ نه ڪئي آهي تيستائين اڻ پڙهيل ئي رهندا.

سنڌ ۾ بالغن جي تعليم جو ٻه ورهيه رچايو ويو هو،
پر هر ڪنهن کي خبر آهي ته ان مان ڇا ڪڻ تيل نڪتو.

زوري ابتدائي تعليم لاءِ بمبئي سرڪار جي زماني
کان وٺي قاعدا ٺهندا اچن، پر هارين کي ان مان ڪيترو
فائدو حاصل ٿيو آهي؟

جيستائين زميندارِي ظلم جاري آهي ۽ هاريءَ جي
مالي حالت خراب آهي تيستائين هاري ٻار اسڪول
وڃي يا ڍڳون چاري؟ اسڪول وڃي يا زمين تي پيءُ
ماءُ کي ٻيرن پهچائي؟ اسڪول وڃي يا ٻنبو ڪري؟

موجوده نظام ۾ جيڪڏهن ڪو هيڪڙ ٻيڪڙ ڪو هاري
ٻار پڙهي به ٿو ۽ علمي لياقت حاصل ڪري به ٿو ته
اڪثر حالتن ۾ هو يا ته سرڪاري نوڪري وٺي ٿو يا
ته وڪيل يا ڊاڪٽر ٿئي ٿو، ۽ اهڙيءَ حالت ۾ هو
هاري طبقي کان الڳ ٿي وڃي ٿو ۽ اڪثر سرمائيدار
طبقي ۾ جذب ٿيڻ جي ڪوشش ۾ لڳي وڃي ٿو.
ڪيترا هارين ۽ غريبن جا ٻار-جي رتبيدار يا مختيارڪار
يا وڪيل يا ڊاڪٽر وڃي ٿيا، انهن جي ڪارنامن کان
هاري خوب واقف آهن.

١٩١٧ع تائين روس ملڪ ۾ هارين جي اها حالت هئي جيڪا اڄ هتي آهي، مگر دنيا ڏٺو ته جلد ئي اتي هارين ۽ مزدورن جي حڪومت برپا ٿي، تڏهن ليون سالن جي عرصي اندر روس جي هيڏي ساري وڏي ملڪ ۾ جو دنيا جي ڇهين پتي ايراضي واري آهي، تن ۾ جتي ويهه ڪروڙ آدم آهي، اتي هيئر سو في صدي تعليم آهي. سو في صدي تعليم انگلنڊ ۽ آمريڪا ۾ نه آهي جيتوڻيڪ انهن ملڪن ۾ سائنس ۽ سرمائيداري ٻن سون ورهين کان به وڌيڪ عرصي کان جاري آهي.

تنهنڪري هي دليل ته هارين اڳ ۾ پڙهڻ ۽ پوءِ حق ڏيڻ غلط آهي. هارين کي پهريائين مالي ۽ سياسي حق ملڻا آهن ۽ پوءِ ئي هو پنهنجي علمي ۽ تهذيبي ۽ ثقافتي حالت سڌاري سگهندا.

## قانوني اوزار

حڪمران طبقو- يعني موجوده زميندار ۽ سرمائيدار طبقو، عوام کي هميشه اهڙي ذهن نشين ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته قاعدي قانون جي عزت ۽ تعميل ڪرڻ هڪ وڏي معاشي ضرورت آهي. نه ته سماج جو تمام نظام درهم برهم ٿي ويندو. آهي قاعدا ۽ قانون جهڙڪ آسمان مان لٿل آهن. انصاف ۽ ايمانداريءَ سان ٻڌل آهن، ۽ انهن کي ٽوڙڻ يا منسوخ ڪرڻ عوام جي مصلحت خلاف ۽ طاقت کان ٻاهر آهي.

حقيقت هي آهي ته تمام قاعدا قانون انهيءَ حڪمران طبقي پاران ناهيا آهن ۽ پنهنجي بچاءَ ۽ نفعي لاءِ ناهيا آهن. ظاهر ۾ اهي قاعدا سڀني ماڻهن - شاهوڪارن ۽ غريبن - سان ”هڪجهڙو“ لاڳو آهن، پر عمل ۽ اثر ۾ اڪثر انهن قاعدن قانونن مان صرف شاهوڪار طبقي کي ئي فائدو پهچي ٿو.

قلم ١١٠ (ڪ پ ڪ) ظاهر ۾ سڀني ”بدمعاش“ ماڻهن جي ڪارروايون روڪڻ لاءِ ناهيو ويو آهي، مگر عمل ۾ اهو قانون زميندار طبقو غريب هاري طبقي جي خلاف استعمال ڪري رهيو آهي. زميندار بدمعاشن کي انهيءَ قلم جي زد ۾ آندو نه ٿو وڃي. پنج ڇهه زميندار، ٻه ٽي پوليس عملدار، سب ڊويزنل مئجسٽريٽ ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ”بدمعاشن“ جي فهرست ناهين ٿا ۽ انهن تي مقدمو چالو ڪن ٿا. مقدمي هلندي، مئجسٽريٽ اهڙو ضامن گهري ٿو جو هڪ هزار روپيه يا مٿي ڀرل ڀريندڙ هجي؛ پر اُن مهل اندر رهندڙ هجي. ان حالت ۾ يا ته اهو غريب ڪنهن زميندار جو محتاج ٿئي ٿو يا ته جيل اندر وڃي ٿو ۽ اڪثر حالتن ۾ جيل ۾ وڃي ٿو. ضامن جي شرافت يا اهليت جو معيار ڀرل جي رقم آهي؛ جيتوڻيڪ ڀرل ڀريندڙ تيتوڻيڪ معتبر. ڌرين جي قانون موجب جو ماڻهو ڀرل نٿو ڀري، ان جا اخلاق ڪيڏا به بلند هجن، ان جو نيڪ اثر ڪيڏو

به وسيع هجي، پر هو ڪنهن ”بدمعاش“ جو ضامن ٿي ڪو نه ٿو سگهي. هي شرف صرف زميندارن جو آهي. مقدمو ڪرائيندڙ به ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ اپيل جو فيصلو به انهيءَ وٽ ۽ داد سيشن جج وٽ! هي آهي زميندار ي قانون.

زميندارن جي عام دعويٰ آهي ته اسان ئي اثر رسوخ جا صاحب آهيون ۽ اسان ئي ڌوڙ بند ڪرائي سگهون ٿا. جيڪڏهن زميندارن جي دعويٰ سچي آهي ته هڪدم ڌوڙ بند ٿيڻ کپي، پر ڌوڙ بند ڪو نه ٿا ٿين. انهيءَ مان به نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا: يا ته زميندارن جي دعويٰ باطل آهي، يا ته ڌوڙن ۾ خود زميندارن جو هٿ آهي.

قلم ٣٧٩ (پ ڪ ڪ) چوريءَ جو قلم ڏسو. هي اڪثر زميندارن جي ملڪيت جي بچاءَ جو قلم آهي جيڪڏهن ڳوٺ جا سوين غريب بک وگهي ڦٿڪي رهيا آهن، پر ڪنهن کي مجال ناهي جو هڪ شاهوڪار جي اٽاه گدام مان هڪ سير ان جو به ڪڍي سگهي. سير ان جو ڪڍڻ معنيٰ ذلالت خواري ۽ قيد جي سزا!

ڍل جي قاعدي کي ڏسو. پنجن ايڪڙن وارو ننڍو ڪانيدار به ويهه روپيه ايڪڙ جي حساب سان ڍل ڀري ٿو ۽ پنج هزار ايڪڙن وارو وڏو زميندار به ٢٠ روپيه ايڪڙ جي حساب سان ڍل ڀري ٿو، حالانڪ پنجن

ڦيڪڙن مان ايتري پيداش مس ٿئي ٿي جا ان ڪاٽيدار جي گذاري لاءِ ڪافي ٿئي. جا به ڍل هو ڀري ٿو سا ڄڻ گويا پنهنجن ٻچن کي بک ماري ڀري ٿو.

جيڪڏهن فصل نه ٿو ٿئي ته معافي رول اهڙا آهن جو وڏي زميندار ۽ ننڍي ڪاٽيدار لاءِ ساڳيو قانون آهي. اڪثر حالتن ۾ وڏن زميندارن کي معافي ملي ٿي ۽ ننڍن ڪاٽيدارن کي فصل گهٽ ٿيندي به جواب.

سماج جي بقا ۽ ارتقا لاءِ قاعدو قانون ضرور کپي، پر ان جو وڏو مدار آهي قانون ٺاهيندڙن تي، ۽ قانون کي عمل ۾ آڻيندڙن تي. قانون ٺاهيندڙن هميشه پنهنجي مفاد کي سامهون رکي قانون ٺاهيا آهن.

اڄ تائين سرمائيدار ۽ زميندار طبقو ئي حڪمران طبقو ٿيندو آيو آهي. موجوده حڪومت زميندارن جي هڪ اڪزيڪيوٽو (ڪاروباري) ڪاميٽي آهي ۽ موجوده قاعدن قانونن ۾ زميندارِي ۽ سرمائيداري سمايل آهي. ان ۾ زميندارِي نظام جون تمام خرابيون موجود آهن، جيتوڻيڪ انهن قاعدن قانونن جو لباس "هڪهڙائي" جي رنگ ۾ رڱيل آهي.

زميندارِي جي ختم ڪرڻ سان زميندارن جا ٺهيل قانون ۽ جوڙجڪ به ختم ڪرڻا پوندا ۽ اهڙا نوان قانون ٺاهڻا پوندا جي عوام جي مفاد لاءِ ڪارآمد ثابت ٿين. موجوده فوجداري ۽ ديواني قانونن کي مٽائڻو پوندو.

انهن قانونن جي، فقط ايتري حد تائين عزت ڪئي ٿي سگهي ٿي جيتري حد تائين اهي عوام جي مفاد کي بچائين ٿا.

سرمائيدار طبقو هميشه لاءِ پاڻ جي حالت ۾ عوام جي مفاد کي نظر انداز ڪري نه ٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته سرمائيدار طبقو به هڪ جدا، الڳ، آزاد دنيا ۾ نه ٿو رهي. هن جي ساري زندگي عوام سان ڳنڍيل آهي، بلڪه هن جو دارو مدار عوام جي محنت تي آهي. انهي سبب آهي جو وقت جي تقاضا کي محسوس ڪري پاڻ بچائڻ لاءِ، زميندار مجبوراً ٿورا ٿورا عوامي قانون به ٺاهي ٿو ۽ پنهنجي ننڍي مفاد کي ڪجهه قربان ڪري، وڏي مفاد کي بچائي ٿو. زمينداري کي بچائڻ لاءِ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ هڪ حيلو آهي. انهي سنڌ ٽيننسي ائڪٽ ۾ زميندار قانون ٺاهيندڙن جي چالاڪيون ڪيون آهن اهي اڳتي هلي ظاهر ڪيون وينديون. انهن مان صاف ظاهر ٿيندو ته زمينداري ختم ڪرڻ کانسواءِ هارين جي لاءِ نجات ناممڪن آهي.

## زمينداري ۽ عيوضو

روس، چين ۽ ٻين ملڪن ۾ هاري مزدور تحريڪ جي ڪاميابي ۽ اتي زمينداري جي خاتمي کي ڏسي ۽ پنهنجي وطن جي هاري تحريڪ جي وڌندڙ طاقت کان خائف ٿي اسان جا زميندار به زمينداري ختم

ڪبرو لاءِ تيار ٿيا آهن، بشرطيڪ انهن کي سندن زمينداريءَ جو عيوضو ملي.

سندن مطلب آهي ته زمين جي عيوضي جا لکها روپيا وٺي عيش ڪريون، يا ڪنهن ڌنڌي ۾ لڳائي پئسا ڪمايون ۽ هارين جي آزار کان آزاد ٿيون.

اهو عيوضو ڪير ڪير ڀري ڏيئي؟ جي اهو عيوضو ڪين سرڪار ڀري ڏئي ۽ سرڪار اهي پئسا هارين کان قسطن ۾ وصول ڪري. ان جو مطلب اهو ٿيندو ته هاري طبقو لکن ڪروڙن روپين جي قرض هيٺ آندو ويندو. جيڪڏهن ڪو هاري قسطون نه ڏيئي سگهي ته زمين جي گرانٽ رد. براج ڪاتي ۾ ڏٺو ويو آهي ته هارين ١٥ قسطن مان ١٠، ١٢ قسطون ڏنيون آهن، پر جي هڪ يا ٻه قسطون لاچاري سبب ڏيئي نه سگهيا آهن ته سڄي گرانٽ رد ۽ سرڪار ۾ سمورا جمع ٿيل پئسا به سرڪار جي حوالي ۽ ضبط. ٻنيءَ کان به جواب ۽ پئسن کان به انڪار. زمين جي عيوضي جي حالت ۾ ساڳي روئداد هارين سان به ٿي سگهي ٿي.

هڪڙا اهي زميندار آهن جنکي رڳو ايراضيون انگريزن کان عنايت ٿيون هيون. انگريزن اهي عنايتون قومي مفاد خاطر ڪن نيڪ عنصرن کي ڪو نه ڪيون هيون، مگر قومي غدارن سان ڪيون هيون ته جيئن اهي سندن حڪومت سان وفادار رهن ۽ قومي آزاديءَ

جي تحريڪ کي ڪچلڻ ۾ مدد ڪن. اهڙا زميندار يا سندن پويان اهڙين زميندارين جي ختم ڪرڻ سبب عيوضي وٺڻ جا حقدار نه آهن، مگر انهن ڏانهن قوم جو گهڻو قرض آهي جو انهن کان وصول ڪرڻ گهرجي.

پيا اهي زميندار آهن جن جي وڏن معمولي قيمت (۵ چار روپيه في ايڪڙ) تي زمينون خريد ڪيون هيون. انهن زميندارن کي قيمت کان گهڻو وڌيڪ عيوض اڳي ئي ملي چڪو آهي. پورو حساب ڪتاب ڪبو ته انهن زميندارن کي به عيوض قوم کي ڏيڻو پوندو ۽ ڀرڻو پوندو.

ٽيان زميندار آهن جن تازو براج مان زمينون خريد ڪيون آهن ۽ ڪن حالتن ۾ انهن قسطون ڏيئي رهيا آهن. جن هارين آوري زمين خريد ڪئي آهي انهن تان باقي قسطون معاف ڪرڻ گهرجن.

جن مالڪن وڏيون خريداريون ڪيون آهن انهن جي مالي حالت سٺي آهي. سٺي مالي حالت کان سواءِ هو زمين خريد ڪري ئي ڪو نه سگهن ها. انهن جي مالي حالت سٺي ٿي آهي ته اها به هارين جي محنت سان. مثال لاءِ حيدرآباد ضلع ۾ چوڌري محمد صادق پنجاب مان اچي ڏهه ٻارهن سال اڳ فقط ڏيڍ سو ايڪڙ زمين ماتلي تعلقه ۾ سک زميندارن سان ڀائيوار ٿي براج کاتي مان مقاطعه تي ڪئي هوا. سکن جي وڃڻ ڪري هن سموري زمين تي قبضو ڪيو ۽ آهسته آهسته هن

وڏيڪ زمين خريد ڪئي، تان جو هاڻي هن کي سڄي
حيدرآباد ضلع ۾ ڏهه ٻارهه هزار ايڪڙ زمين قبضي ۾
آهي. اها سموري ٻراج مان ڪٽ ڪيل زمين حقيقت
۾ هارين جي پورهئي مان نهي آهي ۽ هارين کي ملڻ
کپي. اهڙن زميندارن کي ٿوري ايراضي گذران لاءِ
رکي باقي سموري زمين تان دست بردار ٿيڻ گهرجي.
ته جيئن اها هارين ۾ تقسيم ڪئي وڃي.

سوال اٿي سگهي ٿو ته جيڪڏهن زمين ائين مفت
هارين ۾ تقسيم ڪئي وڃي ته ٻراج ٺهڻ تي ڪيل خرچ
۽ کنيل قرض جو پورائو ڪيئن ٿي سگهي ٿو.

سکر ٻراج جو سمورو قرض پوري ڏنو ويو آهي.

ڪوٽڙي ٻراج جي قرض ۽ سرڪاري خرچ لاءِ هيٺين
طرح انتظام ٿي سگهي ٿو:-

زمينداري ختم ڪرڻ ۽ زمين هارين ۾ مفت
تقسيم ڪرڻ سان هاري موجوده رکبن موجب ڍل
ته ڏيندا، بلڪ ان کان ڏيڍوڻي رقم ڏيئي سگهندا.

جيڪڏهن ڍل مان هينئر ڇهه ڪروڙ روپيه ساليانه
آمدني آهي ته هاري سڌو سرڪار کي نو ڪروڙ روپيه
ڍل ڏيئي سگهندا (بشرطيڪ زمين تان زميندارن جو
هٿ ڪڍيو ويندو ۽ سموري پيداوار جا مالڪ هاري ٿيندا).

هي آهي سرڪاري آمدنيءَ جي حالت جو امڪان.

ٻيو زميندار ختم ڪرڻ سان سرڪاري خرچ ۾

حيرت انگيز تخفيف هڪ لازمي نتيجو آهي.

ملڪ ۾ فسادن ۽ تڪرارن جو وڏو بنياد زمين آهي. بيخ-دخل، رڪاوٽ جا تڪرار، حد نشانن تي تڪرار، ٻنيءَ جا جهيڙا، وغيره. جڏهن سموري زمين هارين ۾ تقسيم ٿي ويندي تڏهن اهي سڀ جهيڙا بند ٿي ويندا.

جڏهن هرڪو هاري پنهنجي زمين وارو ٿيندو تڏهن هاري طبقي جي موجوده مسڪيني ۽ بدحالي خوشحاليءَ ۾ تبديل ٿيندي ۽ چوري ڪاري، خون ۽ ڌاڙن جا ڏوهه گهٽجي ويندا.

زميندار جو هارين پٺيان جي ڪثرت ۽ اثر ڪري هڪ گناهن جو مجموعو آهي سو بدڪارين کي ڇڏي ليکي ۽ ڀلائي ڏانهن مائل ٿيندو.

ڏوهن گهٽجڻ ڪري هيڏي ساري پوليس عملي جي ضرورت نه رهندي ۽ نه هيترن مئجسٽريٽن جي. وڪيل طبقو جو هن ملڪ جي وڏي پيدا وار تي ڌاڙو هڻي ٿو گهٽي ڀاڳي گهٽجي ويندو. اهڙيءَ طرح جڏهن سرڪار جو خرچ گهٽجي ويندو تڏهن عوام تان ڍلن ۽ ٽئڪسن جو بار به گهٽائي سگهبو.

موجوده زميندار نظام جيڪڏهن اڃا به قائم رهيو ته عوام جون حالتون اڃا به ابتر ٿينديون واريون آهن. عوام ۾ جيئن سجاڳي وڌي ٿي ۽ عوام پنهنجا حق گهرن ٿا تيئن طبقاتي ڪشمڪش پنهنجي اصلي روپ ۾ ڏسڻ ۾

اينديءَ، زميندار وڏيڪ وحشي طريقا ڪم آڻيندا ۽
ملڪ ۾ بدامني ۽ بي ايماني، رشوت خوري، بدهضمي
انگريزي وڌنديءَ، انجو لازمي نتيجو ٿيندو، وڏيڪ
پوليس، وڏيڪ مئجسٽريٽ ۽ وڏيڪ سرڪاري خرچ،
وڌيڪ سرڪاري خرچ معنيٰ وڌيڪ سرڪاري ٽئڪسون
۽ ڍلون ۽ انهن جي معنيٰ عام غريبن لئي وڌيڪ مصيبت،
۽ ملڪ ۾ وڌيڪ بدامني، بي ايماني ۽ بدهضمي انگريزي،
الي آخر النهايه ۽.

انهيءَ ڪري قوم لاءِ واحد رستو اهو آهي ته زميداري
کي ختم ڪيو وڃي ۽ بغير عوضي جي.



# باب ٻيو

# زمينداري ۽ انگريز

هند پاڪستان ۾ انگريزن جي تاريخ جا ٻه پاسا آهن. هڪ روشن پاسو ۽ ٻيو اونداهون پاسو.

انگريزن کان اڳ هند پاڪستان جي هزارها سالن جي تاريخ هڪ پراڻي دهقاني زندگي جي تصوير هئي. ڪئين راجا، نواب، حاڪم ۽ بادشاهه هن سرزمين تي آيا ويا، پر ملڪ جي رهڻي ڪرڻي ۾ ڪو خاص فيرو ڪونه ٿي آيو. ملڪ جي پيداوار جا ذريعا ساڳيا هوا، اوزار ساڳيا هوا ۽ ڪم جا طريقا ساڳيا هوا. سماجي زندگي ڳوٺاڻي هئي ۽ هر ڳوٺ عام طرح هڪ ننڍي مڪمل حڪومت هئي. "ٻارهن ڪوهن تي بادشاهه" هڪ مشهور پهاڪو آهي. هر ڳوٺ يا شهر ۾ ماڻهو پنهنجون اڪثر ۽ مکيه ضرورتون پاڻ پوريون ڪري سگهندا هوا. زمين ڳوٺ جي ماڻهن جي عام ملڪيت هئي ۽ چراگاهه به عام هوا. گهر گهر ۾ پنهنجو چرخو هوندو هو ۽ زالون فراغت جي وقت ۾ سٽ ڪتينديون هيون. هر ڳوٺ ۾ پنهنجو ڪنڀار، لوهار، ڊکڻ، حجام، موچي، ڌوٻي هو، ۽ ان کي سڀ ڳوٺاڻا هر فصل تي مقرر لاپو ڏيندا هوا ۽ انهن جي پرورش ڪندا هوا. شهر جو پٽيل ڪرارن

جا فيصلا ڪندو هو. سرڪار کي ڍل روڪ ڏيڻ ۾ نه ڪو جنس ۾ ڏيڻي هئي ۽ اها سموري پيداوار جي ڇهين ڇهون پتي کان مٿي نه هوندي هئي. زمين جي وڪري ڪرڻ، يا گروي رکڻ يا نيلام ڪرڻ جو سوال ئي ڪونه اٿندو هو.

جيڪڏهن ڪنهن ڳوٺ جو آدم وڌندو هو ته پيو نئون ڳوٺ ٻڌو ويندو هو ۽ ان جو نمونو به ساڳيو هوندو هو.

اهڙيءَ ڳوٺاڻي زندگيءَ ۾ حالانڪ هڪ قسم جي سادگي سانت ۽ قناعت هوندي هئي، پر ان ۾ ترقيءَ جا اسباب ڪونه هوا. زندگيءَ جي ساڳي طرز جا هزارين سالن کان هلي آئي تي ان ماڻهن ۾ صبر ۽ سهڻ جي طاقت کي وڌايو ۽ اهو يقين پيدا ڪيو ته هميشه لاءِ دنيا ۽ سماج جو معاملو ائين ئي پيو هلندو. قسمت، ”تقدير جو لکيو“ انسان ڪيئن بدلائي سگهي ٿو؟ انهيءَ يڪ يڪسان، يڪرنگ، زندگي انسان کي پنهنجي اصلي قوتن ۽ امڪانن کان بي خبر رکيو ۽ انهي جوهرن کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو. انسان جو جهن دنيا ۾ هر ساهدار کان اوچي حيثيت رکي ٿو، جو فطرت جو بادشاهه آهي سو گئو ۽ پوليءَ جي پوڄا ڪرڻ لڳو ۽ ڪالي مندر ۾ ۽ ستيءَ جي رسمن سان انساني خون کي مذهبي شان سمجهڻ لڳو. مسلمانن ۾ پير پرستي، وهم پرستي ۽ قبر پرستي بت پرستيءَ کي وڃي لنگهيون، ڳيون

عام خلق، رعيت جي اها حالت هئي: دائمي سادگي، يڪسانگي، ۽ يڪرنگي. ليڪن انهن کي حالتن بادشاهن جي حالت اهڙي اثر ڪئي: عياشي، مطلق العناني، جبر، بي ثباتي ۽ دائمي تبديلي.

انهيءَ بي ڪاري بي رنگ ۽ بي لطف زندگي ۾ غلامي ۽ لفظ جا اڪيچار مثال ملن ٿا. ۽ ملڪ جي بدترين حالت لئي ڪيترا ذاريان ڪاهي ملڪ جي ڦرلٽ ڪندا هوا.

حڪومت جا ٻئي محڪمه ڪاڻا هوا. مالي ڪاتو يا رعيت جي لٽ ۽ جنگي ڪاتو يا ٻاهرين ملڪن جي لٽ ۽ رفاهه عام يا واهن ۽ رستن جو ناهڻ. علم هنر فقط ڪن ٿورن ماڻهن جي نصيب ٿيندو هو.

انگريزن هڪ طرف انهيءَ ڳوٺاڻي زندگي کي ٽوڙيو، سائنس علم هنر جي ذريعي اسان جي ملڪ جي ترقيءَ جي اسباب پيدا ڪري جو تاريخي فرض ادا ڪيو، ته ٻئي طرف سائنس ۽ علم جي فائدن کي هڪ خاص ۽ ٿوري طبقي تائين محدود ڪري عام ماڻهن ۽ خاص ڪري هارين جي حالت کي خراب ڪري ڇڏيو، جيئن ڏيکاريو ويندو.

## انگريزن جي تاريخ جو روشن پاسو

انگريز سڀ کان وڌيڪ ڪارگر شيءِ جا هتي آندي سا هئي ريل گاڏي. جيتوڻيڪ ريل گاڏي آڳ

۾ انگريزن جو ٻھريون مقصد هو هنان جو ڪچو مال (اناج، ڪپھ، اُن، چمڙو وغيره) ڪٺي سامونڊي بندرن تي پهچائڻ ۽ ولايتي تهيل مال (ڪپڙو، اسڪوٽ، بوٽ ۽ ڪاون وغيره) هتي جي شهرن ۾ پهچائڻ، فوجون ۽ فوجي سامان جي نقل و حرڪت ڪرڻ، ۽ ريلن ملڪ جي مختلف حصن کي گڏائي ڇڏيو ۽ واپار جي نون طريقن ۽ موقعن کي کولي ڇڏيو.

انگريزن جي ٻي وڏي نعمت هئي پرنٽنگ پريس. پرنٽنگ پريس جي ذريعي ڪتابن جي ڇپائيءَ ۾ سهوليت ۽ سهانگائي پيدا ٿي جنهن ڪري علم جي روشنائي عام ٿيڻ لڳي. جي ڪتاب اڳ هٿ جا لکيل هوا ۽ مهانگا ۽ ناياب هوا ۽ فقط حاڪم ۽ نواب خريد ڪري سگهندا هوا، سي هاڻي عام جام بزار ۾ وڪامڻ لڳا. اسڪولن ۽ ڪاليجن جو بنياد پيو، يونيورسٽيون قائم ٿيون ۽ تعليمي ادارا ڪيو.

انجنيري ماهرن، پڪا رستا ۽ پليون ٺاهيون. سکر براج انگريزن جو شاندار ڪارنامو آهي. سکر براج کان اڳ سنڌ جي آبادي گهڻو گهٽ هئي، پاڻي جو بندوبست اهڙو پڪو ڪونه هو. سکر براج سنڌ لاءِ وڏي نعمت ثابت ٿي آهي.

انگريزن اليڪٽرڪ تار جو بنياد وجهي ملڪ جي ڏورانهن حصن کي ويجهو ڪري ڇڏيو.

انگريزن ۱۸۳۵ع ۾ آزاد پريس اخبار جو بنياد وڌ
جنهنجو ايشيا ۾ رواج ڪونہ هو. عام راءِ تي هنجو وڏ
اثر ٿيو.

انگريزن هند- پاڪستان ۾ هڪ پڙهيل طبقو پ
ڪيو. هن ۾ انگريزن جو مقصد آفيسن لاءِ ٿوري پگ
تي ڪلارڪن پيدا ڪرڻ جو هو. مگر هڪ ڏهو
جي روشني پکڙي ٿي نہ انهي ترقيءَ ۾ نتيجن جي
تي ڪان ٿي ٿي. اهوئي طبقو اڳتي هلي ملڪ جي
سياسي آزاديءَ جو علمبردار ٿيو.

انگريزن ديسي فوج جو بنياد وڌو ۽ انکي ولاي
اوزارن ۽ تربيت سان تيار ڪيو. اها هندوستاني فو
پگهار تي هندوستانين جي خلاف انگريزن ڪتب آ
هندستان جي ذليل حالت جو اظهار ڪيو ٿي، پر اڳ
هلي انهيءَ تي فوج انگريزي شهنشاهيت جي خاتم
لاءِ حالتون پيدا ڪيون.

انگريزن پهريون ڏفعو ڪراچيءَ کان ڪلڪتہ تائين
۽ ڪشمير کان ڪولمبو تائين هڪ مرڪزي حڪومت
قائم ڪئي، جا نہ مغل ڪري سگهيا ها نہ آسوڪا
پيا- هي انگريزن جو هڪ وڏو ڪارنامو هو جنهن جو
اڳتي گهڻا نتيجا نڪتا ۽ نڪري رهيا آهن- مسلم ليگ
جي شروعات بہ انگريزن ڪرائي ۽ پاڪستان جي
۾ انگريزن جو وڏو هٿ هو.

(مسلم ليگ ۽ پاڪستان مان انگريزن جي مراد مسلمانن سان همدردي ڪانه هئي. سندن مطلب هو هندو مسلم نفاق ۽ ڏاڍي ملڪ تي تسلط جمائڻ.)

انگريزن حڪومت جي بنياد پر وڏا ڦيرا آندا ۽ انهيءَ آخري لتيجي اهو نڪتو جو هينئر اسان جي ملڪ ۾ جمهوريت، عوامي حڪومت جي تعمير لاءِ شروعات ٿي وئي آهي.

ميرن يا ڪلهوڙن يا مغلن جي حڪومتن ۾ جمهوريت ڪانه هئي. مير علي نواز جو جانشين سندس وڏو پٽ مير فيض محمد ٿيو، پوءِ ڪٿي ان ۾ حڪومت جي اهليت نه به هئي. مير فيض محمد جو جانشين مير امام بخش ٿيو ۽ ان ۾ عوام کي ڪو به حق ڪونه هو ته الباري ۾ هو راءِ ڏين.

انگريزن انهيءَ شخصي حڪومت کي هميشه لاءِ ختم ڪيو. هينئر پاڪستان يا هندوستان ۾ جيتوڻيڪ حقيقي، عوامي جمهوريت ڪانه آهي تڏهن به جمهوريت جا بنياد انگريزن وڌا آهن.

جڏهن بانيءَ پاڪستان، قائد اعظم وفات ڪري ويو تڏهن سندن جانشين سندس ڪو عزيز ڪونه ٿيو. جڏهن قائد ملت لياقت علي خان وفات ڪئي تڏهن سندس جانشين سندس وڏو پٽ مسٽر ولايت علي ڪونه ٿيو. پر ووٽن تي حڪومت جو بنياد وڌي عوام کي موقع

ڏنو ويو آهي ته هڙ پهنجو رهنما ۽ حاڪم پاڻ چونڊين. جمهوريت اڃا تائين آزاديءَ سان ووٽ استعمال ڪرڻ ۾ عوام لاءِ رڪاوٽون وڌيون وڃن ٿيون ۽ صحيح نمائندا چونڊ جي لئا اڇن، مگر جمهوريت جي اصول کي ميدان ۾ آندو ويو آهي.

افغانستان، ايران، عراق، عرب ۾ اڃا تائين پراڻو بادشاهي طريقو هليو اچي. هند- پاڪستان مان اهو پراڻو طريقو ختم ڪيو ويو آهي. هن ۾ انگريزن جي پارلمينٽ دنيا لاءِ وڏو مثال قائم ڪيو آهي.

انگريزن اڪيچار ايجادائن ۽ مشينن رستي هن ملڪ جو نقشو ئي ڦيرائي ڇڏيو آهي ۽ جهازن، ريلن، ٽيليفونن، ريڊين، فونن، ڪئميرائن، خورد بينن، دوربينين وغيره اهي ڪرشمان ڪري ڏيکاريا آهن جو انگريزي تهذيب جي هڪ سو سال قديم زماني جي هزارن سالن کان وڌيڪ ڪم ڪيو آهي؛

انگريزن کان اڳ، ڳوٺاڻي سماج ۾ ذاتيون دائمي طرح ورهايل هونديون هيون. ڪنڀر جو پٽ ضرور ڪنڀر ٿيندو، موچيءَ جو پٽ ضرور موچي ٿيندو. ذات پات جو زور هو ۽ مزدور طبقو، ڪنڀر، لوهر، موچي، ميربحر عزت وارو طبقو نه سمجهيو ويندو هو، ڪاسبي لفظ نفرت وارو لفظ هوندو هو. انگريزن جي زماني ۾ تعليم وٺي، بي اي ايم اي امتحان پاس ڪري هڪ چنو يا سولنگي

يا ڪوري ٻه وڏي عهدي تي فائز ٿي سگهي ٿو جنهنجي ملاقات لاءِ وڏي ۾ وڏو نواب سردار به دروازي تي رپورٽ ڪرائي ٿو. ميرن يا انگوٺن ڏينهن ۾ وڏا عهدا صرف سردارن ۽ خانداني حيثيت موجب ڏنا ويندا هوا نه لياقت موجب. انگريزن انهيءَ سرداري رسم يا فيوڊل سسٽم (Feudal System) کي وڏيڪ ڌڪ ڏيئي هڪ ترقيءَ جو ڪم ڪيو.

انگريزن جي بدولت اسان جي ڳوٺاڻي زندگي سنجي شهري زندگي ۾ تبديل ٿيندي وڃي ٿي ۽ اسان جي تهذيب، تخيل، ۽ نظريه روزبروز بدلبا وڃن ۽ ترقي ڪندا وڃن.

ريل تي رستي هڪ ماڻهوءَ جو آواز هڪ ئي وقت لکين ماڻهن تائين پهچي سگهي ٿو. هڪ روزاني اخبار هڪ آني ۾ ملي ٿي ۽ ان ۾ سڄي دنيا جون خبرون هروز ملن ٿيون. هڪ پرنٽنگ پريس هڪ ڪلاڪ ۾ ويهه هزار پنا ڇاپي سگهي ٿي. جيڪڏهن موجوده حڪومت چاهي ته هوند هڪ به ماڻهو اڻ پڙهيل نه رهي. جيڪڏهن حڪومت چاهي ته ماڻهن جي صحت بهتر ڪري سگهي ٿي ۽ عمر وڌائي سگهي ٿي، جنهن يورپ جي ماڻهن جو وزن، قد ۽ عمر اسان جي ملڪ کان وڌيڪ ويو آهي.

هي آهن حالتون ۽ امڪانات جي انگريزن هن ملڪ

لاءِ پيدا ڪيون آهن- هي آهي انگريزي تاريخ جو روشن
پاسو ۽ جنهنجو انڪار فقط تنگ نظري يا جهالت ئي
ڪري سگهي ٿي.

## انگريزي تاريخ جو اونداهو پاسو

انگريزن جي اچڻ ڪري جيتوڻيڪ وڏا بنگلا ماڙيون،
محل، عاليشان موٽرڪاريون ۽ شهرن ۾ اڪيچار عياشيءَ
جا سامان نظر اچن ٿا، پر اهي سڀ ساز سامان اڃا تائين
صرف زميندار ۽ سرمائيدار طبقي کي نصيب آهن ۽
خلق جو تمام وڏو حصو سائنس ۽ هنر جي انهن ايجادن
کان محروم آهي. نه فقط محروم آهي پر حقيقت اها
آهي ته سرمائيدارن جي تمام عياشين ۽ مزن جو بار ۽ بوج
هارين ۽ مزدورن جي ڪند تي ڪڙڪيل آهي. هر
زمينداري موٽرڪار هارين جي هڏن مان ٺهيل آهي ۽ پيٽرول
جو هر پاءُ هاريءَ جو خون آهي. هر شاهوڪار بيبيءَ
جي ريشمي شال غريب هارياڻين جي خون مان رنگيل
آهي- هارين ۽ هارياڻين جي پورهئي تي ئي سڄي ملڪ
جو ڪاروبار هلي ٿو- هارين کي بکئي رکڻ سان ئي
زميندار طرح طرح جا طعام کائي سگهن ٿا ۽ هارياڻين
کي ننگو ڪرڻ ۽ ڏکوئڻ سان ئي شاهوڪارن جون
زالون پائوڊر ۽ لپ اسٽڪ لڳائي سگهن ٿيون. انگريزن
سرمائيداري ۽ زمينداري نظام کي قائم ڪرڻ سان
اميري ۽ غريبيءَ جي فرق کي تمام وڌائي ڇڏيو ۽

ام جي کي حالت نسبتن خراب ڪري ڇڏيو.

انگريزن سڀ کان وڏو ڏک اسان کي اهو ڏنو ته
ن اسان کي سياسي غلاميءَ ۾ جڪڙي اسان جي
ميت ۽ وطني خودداريءَ کي پامال ڪيو. هڪ ڌاري
م جو سياسي ۽ اقتصادي قبضو محڪوم قوم جي تمام
ڪ ۽ اعليٰ جذبن، روايتن ۽ روحانيت کي ختم ڪري
- اهو حادثو اسان جي ملڪ سان ٿيو.

انگريزن کان اڳ، به ڌارين قومن هندستان ۾ آيون
ون (مغل، افغان، عرب، وغيره) پر انهن حڪومت
ڻ سان هن ملڪ کي پنهنجو وطن ڪيو ۽ هن ملڪ
ي اصلي باشندن سان رلي ملي ويا، بلڪ هندستان
ي رهاڪن جون ڪيترين رسمون رواج قبول ڪري
ڇڏيا.

انگريز، پهرئين ڌاري قوم هئي جنهن جي تهذيب
مدن هندستان جي تهذيب کان برتر هئي ۽ انهيءَ ڪري
سبب انگريزن هتان جي ماڻهن کان پاڻ کي الڳ رکيو
۽ اصلي باشندن سان رلي ملي نه ويا. الٽو هتان جي
ماڻهن انگريزي تهذيب جي پيروي شروع ڪئي.

انگريزن ۽ اڳين ڌارين قومن ۾ ٻيو وڏو فرق اهو
هو ته انگريزن اسان جي ملڪ کي پنهنجو وطن ته نه
ڪيو پر هڪ شڪارگاهه ڪيو. اڳيان بادشاهه حڪومت
لاءِ هندستان ۾ آيا ٿي، پر انگريز واپار لاءِ آيا ۽ واپار جي

بچاءِ ۽ وفاداري خاطر حڪومت تي قبضو ڪيائون ۽ ان
کي واپار جو ذريعو ڪيائون.

انگريزن جو واپار باهمي امداد، هندستان ۽ انگلنڊ
ٻنهي جي فائدي، تي ٻڌل نه هو، پر اهو سرمائيداري
نظام تي ٻڌل هو، جنهنجي معنيٰ هندستان جي ڦر ۽
لٽ.

## پراڻي ڳوٺاڻي زندگي جو خاتمو

انگريزن کان اڳ، هندستان ۾ ڪورڪو ڪپڙو
چڱي ۽ گهڻي انداز ۾ ٺهندو هو. ڍاڪا جون ململون
سڄي دنيا ۾ ان وقت مشهور هيون ۽ اتي هڪ لک
آڙاٽا هوا. انگلنڊ جا ماڻهو به هندستان مان ڪپڙو
گهرائيندا هوا.

جڏهن انگلنڊ ۾ مشين تي سٽ ۽ ڪپڙو ٺهڻ لڳو
جو هٿ واري ڪپڙي کان سٺو ۽ سهانگو هو، تڏهن
انگريزن هندستان جي ڪپڙي جي ڪارخانن کي وڏو
ڌڪ هنيون. هندستاني ڪپڙي تي ٽئڪسون وڌيون
ويون. هزارها ڪورين جا هٿ ڪپيا ويا. ڳوٺن ۾
مشين جو سهانگو ڪپڙو پهچائي، ماڻهن کي ان تي هيرائي
چرخن جي رواج کي ختم ڪيو ويو.

جيڪڏهن انگريز ڪپڙي ٺاهڻ جون مشينون
هندستان ۾ آڻين ها ته ملڪ کي وڏو فائدو پهچي ها،
پر انگريزن اهي مشينون انگلنڊ ۾ رکيون ۽ هندستان

جي ڪري انگلنڊ ڏانهن ڪٽي ڪپڙو ناهيو ٿي ۽ اهو ڪپڙو هندستان ۾ وڪيو ٿي. شروعات ۾ انهيءَ ڪپڙي جو اگهه گهٽ هو، پر جڏهن چرخو صفا گم ٿي ويو تڏهن ولائتي ڪپڙي جو اگهه چاڙهي هندستان جي ماڻهن کي نه فقط محتاج بلڪ ڪنگال ڪري ويو.

جنهن هندستان ۾ انگريزن کان اڳ ڪاٺي ڪپڙو ٺهندو هو ۽ ڪپڙي جو مسئلو هڪ معمولي حيثيت رکندو هو، اتي هاڻي هندستان جا عوام انگلنڊ جا محتاج ڪيا ويا.

گهڻي دير کان پوءِ ۽ انگريزن جي مخالفت هوندي هندستان ۾ به سرمائيدار پيدا ٿيا جن بمبئي، احمدآباد مدراس، ڪانپور، وغيره ۾ ڪپڙن جا ڪارخانا کوليا ۽ جن ڪپڙي جي مسئلي کي ڪجهه سولو ڪيو. پاڪستان ۽ سنڌ ۾ ته اڃا سوڌو ڪپڙي جا ڪارخانا نالي ماتر آهن.

انگريزن ڳوٺن مان چرخي کي گم ڪري ڇڏيو، پر چرخي جي عوض ڳوٺاڻن کي ڪجهه نه ڏنائون ۽ انهن کي انگلنڊ جو محتاج ڪري ڇڏيائون.

اهڙيءَ طرح ڳوٺاڻن ڪنڀارن ۽ لوهارن ۽ ٻين ڪاسبين جي ڌنڌي کي به مشين جي ٺهيل شين جي ذريعي ڌڪ هڻي انگريزن هندستان جي تمام اقتصاديات يا مالي گذاري کي پنهن جي قبضي ۾ رکي عوام جي

حالت کي خوشحالي جي عيوض غريبي ڏاله اماڻيو.

## زميندار يءَ جو بنياد

جڏهن انگريزن پنهنجي مشينن، بندوقن، رائيفلن ۽ توبن رستي ڏيهي نوابن ۽ راجائن کي لڙائيءَ ۾ شڪست ڏيئي هن ملڪ تي قبضو ڪيو تڏهن هنن هيڏي ساري ملڪ تي قبضي جمائڻ لاءِ زميندار يءَ جو بنياد وڌو.

انگريزن کان اڳ هتي سرداري ۽ جاگيرداري نظام هو ۽ زمين تي پهريون حق آبادگارن يا کيڙيندڙن جو هو. قومي سردار ۽ تمندار پيدائش جو ڪجهه حصو وٺندا هوا ۽ ضرورت جي وقت جي حاڪم کي لشڪر جي مدد ڪندا هوا.

ان وقت جا سردار پنهنجي قوم سان گڏ اٿندا وهندا هوا ۽ انهن کي جيڪا گذاري کان وڌيڪ آمدني ٿيندي هئي ته اها به گهڻي ڀاڱي خانقاه، اوطاق ۽ مهمان نوازيءَ ۾ خرچ ٿيندي هئي ۽ چڱو خاصو حصو عام ڪمن، واهن جي کوٽائي، کوهن وغيره تي ٿيندو هو. سردارن ۽ سندن قوم ۾ خوشگوار تعلقات هوندا هوا. ڏک سک، شادي غمي ۾ اهي سردار پنهنجي قوم جو جزو هوندا هوا. هنجي رهڻي ڪهڻي شاندار ۽ سادي هوندي هئي. هنن ۾ چڱيون قومي روايتون به هونديون هيون. هاڻوڪن سردارن ۽ زميندارن وانگر

هو ڪراچي يا مسوريءَ ۾ رهي هارين کي لٽيندا ڪونہ هوا.

جيئن تہ انهن سردارن جو عوام تي ڪافي اثر هو، انگريزن انهن ئي سردارن کي پنهنجي حڪومت لاءِ موزون اوزار سمجهو. جو زميداري سرشتو انگلنڊ ۾ رائج هو— يعني زمين تي شخصي خانگي ملڪيت— ان کي هتي اسان جي ملڪ ۾ آندو. انگريزن سوچيو تہ جيڪڏهن شخصي طرح سردار اسان جي قبضي ۾ آيا تہ انهن جي معرفت سڄو ملڪ اسان جي قبضي ۾ آيو ۽ ٿيو بہ ائين.

انگريزن انهن سردارن کي زميندارين ۽ جاگيرون عطا ڪيون. جا پيل سرڪار وصول ڪندي هئي انجي وصولي ۽ ڦٻائڻ جو حق جاگيردارن کي ڏنو ويو. آهستہ آهستہ انهن جاگيردارن نہ فقط پيدائش جي سرڪاري پيل جيتري حصي تي قبضو ڪيو پر هنن انهيءَ حصي کي (جو چوٿين يا پنجين حصي کان بہ گهٽ هو ان کي) وڌائي اڌ ڪيو ۽ ان کان بہ مٿي. اهڙيءَ طرح اهي سردار نہ فقط جاگيردار بڻجي ويا پر هو موجوده صورت جا زميندار بہ ٿي ويا.

جاگيري ۽ زميداري حق ملڻ تي اهي سردار انگريزن جا وفادار غلام بڻجي ويا ۽ جلد ئي هنن مان وطنيت ۽ قوميت مفقود ٿي وئي. انهن سردارن مان جيڪي غيرت مند ۽ آزاد طبع هوا، انهن هڪ ڌاري

غير مذهب حاڪم ڪان جاگيرون وٺڻ باعث شرم سمجهو ۽ هنن انگريزن ڪان ڪوبه فائدو نه ورتو.

هڪ هڪ جاگير حقيقت ۾ اسان جي سردارن لـي غداريءَ ۽ بي ايمانيءَ جو داغ هئي، پر هو انکي پنهنجي لاءِ شرافت ۽ عزت جو باعث سمجهڻ لڳا.

جاگيرن سان گڏ انگريزن انهن سردارن کي "خان صاحب"، "خان بهادر"، "نواب"، "سر" وغيره لقبن سان "نوازي" انهنکي پنهنجو زر خريد بنائي ڇڏيو.

جڏهن جڏهن انگريزن خلاف تحريڪون هليون تڏهين انهن سردارن خانبهادرن پنهنجي قوم جي خلاف انگريزن جو ساٿ ڏيئي پنهن جي غداري ۽ بي ايمانيءَ جو حق ادا ڪيو.

خلافت تحريڪ جي مخالفت ۾ انگريزن هتي "امن سڀائون" ٺاهيون هيون. مسٽر محمد ايوب کهڙو لاڙڪاڻه ضلع امن سڀا جو صدر هو ۽ انهيءَ خدمت ۾ کيس "خانبهادر" ڪيو ويو هو.

قائد اعظم انگريزي لقبن تان دستبرداريءَ جو حڪم ڏنو، پر مسٽر کهڙو اڃا تائين پاڻ کي خانبهادر سڏائيندو اچي ۽ ان ڪان کيس شرم نه ٿو اچي.

## حقن جو رڪارڊ

زمين لي شخصي مالڪيءَ جي حق قائم ڪرڻ لاءِ ٻه ڳالهيون ضروري هيون: ٻهرئين ڳالهه هئي زمين کي

ماپڻ سروي ڪرڻ ۽ انهن ماپن ۽ حدن کي نقشن ۽ ڪتابن ۾ داخل ڪرڻ، ۽ پي ڳالهه هئي حقن جو رڪارڊ ٺاهي هرهڪ سروي نمبر تي ان جي مالڪ جو نالو داخل ڪرڻ. انگريزن ملڪ کي فتح ڪندي ئي اهي ٻئي ڳالهيون سرانجام ڪيون.
حقن جي رڪارڊ ٺهڻ ڪالپوء زمين کي وڪڻڻ، گروي ڪرڻ، ٺيڪي تي ڏيڻ وغيره امڪان ۾ آيا.
حقن جي رڪارڊ ٺهڻ سان گويا زمين پوکيندڙن هارين جي حقيقي قبضي مان نڪري سرڪار ۽ ان جي ايجنٽن زميندارن جي ڪاغذي مصنوعي قبضي ۾ آئي.
انگريزن هارين کان زمين کسڻ جو بنياد وڌو. زمين جي مالڪي هاڻي سرڪاري دفترن ۽ ديواني ڪورٽن ۾ رکي وئي.
حقن جي رڪارڊ مان انگريزن هڪ ٻيو اهم ڪم ورتو ۽ اهو هو ڍل جي وصولي. انگريزن کان اڳي ڍل جنس ۾ ورتي ويندي هئي ۽ انجو مقدار فصل ۽ پيداش جي حالت تي هوندو هو ۽ پوکيندڙ آسانيء سان ادا ڪري سگهندا هوا.
انگريزن ڍل کي جنس مان قيمتي روڪ پئسن ۾ تبديل ڪيو. شروعات ۾ ڍل جو نرخ هلڪو هو ته جيئن اصولي مخالفت نه ٿئي. پر پوء جڏهن زميندارياڻو اصول برقرار ٿي ويو، تڏهن انگريزن ڍل کي بار بار وڌائڻ شروع ڪري ڏنو. ڍل نه ڏيڻ جي حالت ۾ زمين کي

نيلام يا ضبط ڪري سرڪار پنهنجي قبضي ۾ رکيو آهي
جن مالڪن جي قبضي ۾ زمين ٿوري هئي ۽ جنهن
جي پيداوار گذاري لاءِ نه ڪافي هئي انهن لاءِ ٻيا
مصيبت جو باعث بڻجي وئي.

واپاري آمدني جي حالت ۾ گهٽ آمدنيءَ کي
انڪم ٽيڪس کان معاف رکيو ويندو آهي، مثلاً جنهن
واپاري يا ملازم جي آمدني سال ۾ ۲ هزار روپيه آهي
ته انڪم ٽيڪس معاف آهي، ڇاڪاڻ ته اها آمدني
گذاري جي بنيادي ضرورتن لاءِ مس ڪافي آهي.

ٻئي جي حالت ۾ ننڍن ڪاشتڪارن لاءِ ڪابه مروت
ڪانه ڪئي وئي ۽ هڪ ايڪڙ واري ڪاشتڪار کان بـ
انگريزي حڪومت ايڪڙ ۾ ڇهه روپيه ورتا ته هزار
ايڪڙن واري زميندار تي به ساڳيو رکيو - في ايڪڙ
ڇهه روپيه.

هاڻي اهو ڇهه روپيه رکيو وڃي ٿو. ڪڻڪ ۽ ساريءَ
جي حالت ۾ ويهه روپيه ۽ ڪپهه جي حالت ۵۰-۶۰ روپيه
ڪيو ويو آهي. ننڍن ڪاشتڪارن لاءِ هي ٻئي ڪيتري
قدر ڏکي آهي انهيءَ اندازو فقط ننڍا ڪاشتڪار ئي ڪري
سگهن ٿا.

## هاري زمين کان جدا ٿي ويو

حقن جي رڪارڊ، زمين تي شخصي مالڪيءَ جي
حق ۽ ٻئي جي طريقي - انهن سڀني زمين کي واپاري

شڪنجي ۾ آندو ۽ زمين جي ڏي وٺ ائين ٿيڻ لڳي جيئن ٻڪري، ڳئون يا اناج جي. زمين هڪ واپاري مال ٿي ويو ۽ جيئن سرمائيداري نظام جو قاعدو آهي، وڏن واپارين ۽ زميندارن ننڍن ڪاٽيدارن کي کُهڻ ۽ ختم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ننڍا ڪاٽيدار هاڻي زمين جي مالڪي ڇڏي بي زمين هاري ٿي پنهنجو گذران ڪرڻ لڳا. زمين جي مالڪي ڪاشتڪار طبقي مان نڪري غير ڪاشتڪار طبقي جي هٿن ۾ وئي جن جو زمين سان تعلق صرف واپار، پئسن ڪمائڻ ۽ زمينداري وڌائڻ جو هو.

ننڍن ڪاٽيدارن کان زمين کسجي وڏن زميندارن ۽ واپارين جي قبضي ۾ وڃڻ سان بي زمين هارين جو تعداد وڌندو ويو ۽ سرڪار هارين جي بچاءَ ۽ بيدخلي روڪڻ لاءِ ڪو به قانون ڪونه ٺاهيو. هاري اهڙيءَ طرح بدترين غلاميءَ جي حالت ڪي وڃي پهتو.

ننڍن ڪاٽيدارن لاءِ انگريزن ڪجهه قانون ٺاهيا: ڊيڪن انگريڪلچرلسٽس رليف ائڪٽ، وغيره، جن هيٺ ظاهري قطعي وڪرن کي زباني شاهدي تي گروي ثابت ڪيو ٿي ويو. پر انهن قاعدن ۾ اهڙا ور وڪڙ هوا جو انهن مان ننڍن ڪاٽيدارن کي وڏو فائدو ڪونه پهتو ۽ هر سال ننڍن ڪاٽيدارن کان زمين کسجي وڏن شاهوڪارن ڏانهن ٿي وئي ۽ بي زمين هارين يا کيتي مزورن جو

تعداد وڌندو ويو.

هندو قوم، جا تعليم، واپار، ڪارخانن ۾ مسلمانن کان اڳتي وڌي وئي هئي، ان هن انگريزي نظام مان پورو فائدو ورتو ۽ هو مسلمانن کان زمين خريد ڪندا ويا. ۱۹۳۰ ۾ اندازو لڳايو ويو ته جيڪڏهن هندن جي خريدي ۽ تي روڪ نه وڌي وئي ته ۲۰-۲۵ سالن ۾ سنڌ جي ساري زمين هندن جي قبضي ۾ ويندي. اهي اقتصادي جنگ پوءِ جلد ئي مذهبي رنگ ورتو. هندن جو نه فقط زمين تي قبضو وڌندو ويو، پر ڇاڪاڻ ته هنن انگريزي تعليم ۽ تهذيب جي يڪدم پيروي ڪئي، تنهنڪري سرڪاري نوڪري، وڪالت، ڊاڪٽري، ماستري، پروفيسري ۽ ٻين ڌنڌن ۾ به هنن جو قبضو ٿي ويو ۽ مسلمان پوئتي پئجي ويا. انهن سببن ڪري مسلمانن اسلام ۽ مذهبي نعرا شروع ڪيا، جيتوڻيڪ انهن مذهبي نعرن جي تهه ۾ اقتصادي جنگ هئي. اهي مذهبي جنگ آخر پاڪستان جو مطالبو ڪيو جو اڳتي هلي انگريزن جي مدد سان ڪجهه حد تائين ڪامياب ٿيو.

پاڪستان مليو، هندو زميندار گهڻي ڀاڱي سنڌ ڇڏي ويا، مگر هارين جي حالت اڳئين کان به ابتر آهي. سنڌ ۾ اٽڪل ٽيهه لک هاري اهڙا آهن جن کي پنهنجي زمين ڪانه آهي. سنڌ ۾ اٽڪل چار هزار وڏا زميندار

آهن جي زمين جي وڏي حصي تي قبضو رکي زمين ۽ حڪومت جا مالڪ ٿيا ويٺا آهن.

هارين جي حقن لاءِ ڪو به مؤثر قانون ڪونه ٺاهيو ويو آهي.

## هاريءَ جي موجوده بيڪسي

**بٽئيءَ ۾ بي انصافي** - انگريز، جن ٽئين لهڻي جي دعوي تي ڪئي، انهن جي حڪومت آخر ۾ هاريءَ کي انهيءَ حالت تي پهچايو جو هاري پنهنجو اڌ بٽئي جو حصو به حاصل نه ٿو ڪري سگهي. ٽئين بٽي مٿا زميندار ڪٽي وجي ٿو ۽ حساب ڪتاب به پنهن جي مرضيءَ تي صفا ڪري ٿو. سالن جا سال زميندار حساب چڪتو نه ٿو ڪري: جيڪڏهن ٽئين جو اڳهه ڏيهه روپيه من آهي ته هاريءَ کي ۲۵ يا ويهه روپيه جو حساب ڏئي ٿو. ڪچي ۽ پڪي ٽور ۾ به هاريءَ کي نقصان پهچائي ٿو. ڪٽڪ جي حالت ۾ به هاريءَ سان اهو ئي ناحق آهي. هاري اهڙي طرح دائمي قرض ۾ مبتلا رهي ٿو ۽ زميندار جو محتاج رهي ٿو.

**قرض ۾ غرق** - پاڪستان کان اڳ، هندو شاهوڪار پئسي-روپئي وياج وٺندا هوا: هڪ سؤ روپيه تي مهيني ۾ هڪ روپيه لو آنه وياج ٿيندو هو، يا پوٽا اوٺيهه في سال في سيڪڙو. ڪن حالتن ۾ شاهوڪار روپيه جو سوا روپيه ڪري وٺندا هوا، جو به ۲۵ في سال في سيڪڙو وياج ٿي ويندو هو.

پاڪستان ڪاليوءِ مسلمان شاهوڪارن ۽ واپارين هندو شاهوڪارن کي به شه ڏيئي ڇڏي آهي. هي مسلمان نالي ۾ وياج ڪونه ٿا وٺن، ڇاڪاڻ ته وياج اسلام ۾ منع ڪيل آهي. هي مسلمان ڀول جي نموني سان هارين ۽ غريبن کي لٽين ٿا. جيڪڏهن ڪنهن هاريءَ کي پئسو کپي ته هنجون سارين ٣ روپيه في مڻ جي حساب سان ٻولين ٿا، حالانڪ سارين جو اگهه ٦ روپيه في مڻ يا مٿي ٿي ويندو آهي. اهو سوٽي سوو وياج ٿي ويو.

هڪ مثال دادو ضلع ۾ ٿيو هو جو اعتبار ۾ اچڻ جهڙو ڪي ناهي، پر سچو واقعو آهي. هڪ غريب هاري گذريل سال اناج جي لنگي ۽ مهانگائي سبب هڪ مسلمان شاهوڪار وٽ ويو ۽ ان ڪان قرض گهريائين. ان مسلمان ڪيس ٣ مڻ چانور ڏنا في مڻ چاليهه روپيه جي بها سان- يعني ١٢٠ روپيه ٿي. هاريءَ ڪان ايندڙ فصل مان سارين ٣ روپيه في اگهه سان لکائي ورتائين- يعني ۴٠ مڻ! هاري ويچارو پيڙيوال هو ۽ ڪابه واهه نه ڏسي انهي شرطن تي ٣ مڻ چانور وٺي ويو. حساب لڳائيو ته ٣ مڻن چانورن جي سچي بها ٿيندي ٣٦ روپيه ۴٠ مڻ سارين جي بها ٿيندي ٢۴٠ روپيه- يعني هڪ سو روپيه تي ڇهه سو روپيه نفعو يا وياج ۽ ڇئن مهينن جي عرصي لاءِ!

لنڊا ڪاليدار يا هاري لکها روپين جي قرض هيٺ

فرق آهن ۽ سندن زمين ۽ فصل دائمي گروي ٿيل آهن.
هو قرض روز بروز وڌندڙ آهي. هاري سڄي عمر
شاهوڪارن لاءِ پورهيو ڪن ٿا ۽ دنيا جون سڀ تڪليفون
سهن ٿا. جيئن بيگر ڦٽ لعنت ڪان ڪوڏ ينهن خالي ڪو نه هوندو.
زميندارن جي ڪتن لاءِ به ڪٽنيا ۾ بنگلا آهن ۽
جيڪڏهن ڪتو بيمار ٿئي ته سول سرجن انجيڪشن
هڻي ٿو. ويچارو هاري ڪچي جهوپڙيءَ ۾ زندگي بسر
ڪري ٿو ۽ بخار ۾ ڪڻڪ جي ٽڪي به ميسر ڪانه اٿس.
جيڪڏهن هاريءَ وٽ ٻڪرون يا مينهن آهي ته ان
جو کير به ٻچن کان بچائي مکڻ پيدا ڪري ٿو ۽ اهو مکڻ
بزار ۾ وڪڻي ڪپڙو لٽو يا دوا درمل وٺي ٿو.
هاري جو قوم جو اَن داتا آهي سو پاڻ ان لاءِ سڪي ٿو.
هي آهي انگريزن جي حڪومت جي هارين تي
مهرباني - حڪومت جنهن جو بنياد زميداري ۽ سرماليداري
نظام تي آهي. انگريزن هارين جي حالت ۾ سڌاري
جي عيوض بگاڙو آندو آهي.

انگريزن جي حڪومت جاري آهي، جيتوڻيڪ
ظاهر ۾ انگريز عملدار ٿورا آهن، پاڪستان جو وڏي ۾
وڏو حاڪم، گورنر جنرل، انگلنڊ جي پارليمينٽ ۽
مهاراڻيءَ جو نوڪر آهي ۽ گورنر جنرل جي محل مٿان
انگريزي تاج وارو جهنڊو لهرائي رهيو آهي. پاڪستان
انگريزن جي ڪامن ويلٿ جو ميمبر آهي ۽ هڪ پڻ ڪ

جي جيڪمهه رکي ٿو. پاڪستان جي واپار ۽ اقتصاديات
تي ٻي انگلينڊ ۽ امريڪا جو قبضو آهي. اهي قبضي
جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو اسان جو ملڪ ڪيترن
مشڪلاتن ۾ مبتلا آهي.

سنڌ ملڪ جو ٻين ملڪن کي اناج پهچائي، اُن ۾
چانور ۴۰ روپيه من ۽ ڪڻڪ ۳۰ روپيه من وڪامي ۽
غريبن ۽ هارين لاءِ قحط جهڙيون حالتون پيدا ٿين!

## سکر براج

سکر براج، جنهن تي انگريزن کي ناز ٿي سگهي
ٿو ۽ جنهن جي ذريعي سنڌ کي هڪ گلستان بڻائي
سگهجي ها، ان مان به هارين جي حالت ۾ سڌارو ڪو نه
آندو ويو آهي.

لکها ايڪڙ زمين آبادي هيٺ آندي وئي، پرانها سموري زمين
زميندارن کي وڪي وئي. فقط ٿوري زمين، روهڙي مان
پنسو ٽڪو، هارين کي "هارپ گرانٽ" جي صورت
۾ وڪي وئي. ڪيترئون هارپ گرانٽون قسطن ڏيڻ ۾
ٿوري دير يا ڪوتاهي سبب رد ڪيون ويون ۽ هارين
جا پيارئل سمورا پئسا ضبط ڪيا ويا. حساب ڪيو ته
غريب هاري طبقي جا لکها روپيا اهڙي طرح حرام ٿي
ويا ۽ سندن لاهل زمين زميندار خريد ڪري ويا.

شروعات ۾ براج ڪالي مان هاري ٿوري زمين،
پنهنجي طاقت آهر، خريد ڪري سگهندا هوا. پر وقت

ڏهين ڀاتي رقم اڳواٽ ۽ باقي رقم ڏهن قسطن ۾ ڏيڻي پوندي هئي. چار پنج ايڪڙ هڪ سال هاري خريد ڪري سگهندو هو ۽ وري ٻئي سال چار پنج ايڪڙ خريد ڪندو هو. انهن ڇهن سالن اندر هو ڏهن ويهن ايڪڙن جو مالڪ ٿي ويندو هو. ڪيترن هارين اهڙيءَ طرح ۱۹۳۱ع کان ۱۹۴۲ع تائين زمينون خريد ڪيون ۽ هوءَ اهڙي طرح زميندارن جي هاري کان آزاد ٿي پاڻ لنڊوڙا ڪاليدار ٿي ويا.

پر جڏهن زميندارن ڏٺو ته هميشه هاري پنهنجون زمينون ڇاهيندا ٿا وڃن، تنهنڪري مسٽر محمد ايوب کهڙي وقت جي وزير ۽ هڪ ٻهودي روينيو آفيسر مسٽر هالفورڊ گڏجي براج جي قانونن ۾ تبديلي آندي ۽ بي زمين هارين لاءِ زمين جي وڪري تي بندش وڌي. هنن حڪم ڪيو ته

(۱) هارين کي خشڪ پوک جي حالت ۾ ۱۲- ايڪڙن کان گهٽ زمين ۽ سارين جي حالت ۾ ۸- ايڪڙن کان گهٽ وڪرو نه ڪئي وڃي؛

(۲) پروليت مالڪاڻو اڌ ورتو وڃي ۽ نه ڏهين ڀاتي جيئن شروعات کان قانون هو؛

(۳) قسطون پنج ڪيون وڃن ۽ نه ڏهه، يا ويهه جيئن هارين جي حالت ۾ دستور هو.

جيڪڏهن ڪنهن زميندار کي هڪ هزار ايڪڙ يا

مٿي آهي ته هو هڪ ايڪڙ يا پنج ايڪڙ وڌيڪ زمين خريد ڪري سگهي ٿو ۽ ان لاءِ ڪا به بندش ڪانهي آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن هاريءَ کي زمين اصل ڪانهي آهي ۽ زميندار به ان کان زمين کسي سگهي ٿو ته هو پنج ايڪڙ يا پورا ٻارهن ايڪڙ زمين به خريد ڪري نه ٿو سگهي. ٻارهن ايڪڙ يا مٿي خريد ڪري سگهي ٿو حالانڪ هنکي وڌيڪ زمين جي خريديءَ جي طاقت به ڪانهي.

مسٽر کهڙي جو هارين کي زمين کان محروم ڪرڻ جو سبب ڪهڙو هو؟ سبب اهو هو ته زميندارن ٻراج مان زمينون ڪٽس ڪيون هيون ۽ انهن کي هاري کپندا هوا. جيڪڏهن هارين کي پنهنجي زمين ٿيندي ويندي ته هو زميندارن جي هارپ ڪونه ڪندا ۽ زميندارن جي زمين آباديءَ کان رهجي ويندي.

هارين کي زمين کان محروم ڪرڻ جو دليل ڪهڙي ڪهڙو آهي ڏنو؟ جي "پنج ڇهه ايڪڙ بي ڪفايت اراضي (un economic holding) آهي جنهنلاءِ ته هاريءَ کي ٻاٽي پورو ملندو ۽ نه آبادي فائديمند ٿيندي."

هاريءَ کي جيڪڏهن پنهنجا ڇهه ايڪڙ هوندا ته اهي زميندار جي ۱۲- ايڪڙن کان به بهتر آهن. انهن ڇهن ايڪڙن مان ڪير ڪو بيدخل ڪري ڪونه سگهندو. وڌيڪ محنت سان ڇهن ايڪڙن جي پيداوار به ڪافي

اضافو ٿي سگهي ٿو. پنجاب ۽ يوپي ۾ الهيءَ کان به گهٽ ايراضين تي هاري گذارو ڪري سگهن ٿا.

سنڌ ۾ موجوده ملڪيتون ڇڪاسيون ته سو ٿي پنجاه کان وڌيڪ ڪاليدار پنجن ايڪڙن يا ان کان به گهٽ ايراضي رکن ٿا. اها زمين نا ڪافي آهي، پر انهن جي حالت انهن هارين کان ضرور بهتر آهي جن کي زمين اصل ڪانهي. جنهنکي ڇهه ايڪڙ پنهنجي زمين آهي سو پنهنجي زمين کان سواء ڪنهن زميندار جي به ڪجهه زمين آباد ڪري سگهي ٿو.

ٿوري ايراضيءَ ۾ پاڻيءَ جي واري جي تڪليف ٿي سگهي ٿي، پر ڪوه به گهڻين حالتن ۾ کوٽي سگهجي ٿو ۽ باغ وارڙيون به پوکي پيداش ۾ واڌارو ڪري سگهجيٿو.

جن ماڻهن کي ٿوري زمين؛ پنج ڇهه ايڪڙ آهي، انهن تي اها زمين بار آهي ڇا؟- يا اها زمين سرڪار کانئن کسي پڙ وارن زميندارن کي ڏيڻي ڇڏي؟ وڏا زميندار ته ائين ٿي چاهيندا.

ٿوري ايراضي واقعي زراعت جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهي ٿي، ڇاڪاڻ ته ننڍن سروي نمبرن ۾ ٽرڪٽر ۽ مشينون ڪم اچي نه ٿيون سگهن ۽ نڪو موثر طريقي سان آباد ڪري سگهجي ٿي- پر زراعت جي ترقيءَ ۾ موجوده زميندارِي سرشتو به رڪاوٽ آهي. ڪيترا وڏيرا هزارها ايڪڙ والاريون وٺيو آهن ۽ سندن زمين غيرآباد جهنگل لڳي پئي آهي يا شڪار لاءِ مخصوص

ڪٽي وٺي آهي، جيتوڻيڪ اناج جي سخت ضرورت آهي.

زراعت جي ترقيءَ جو صحيح طريقو اهو آهي ته باهمي امداد جي بنياد تي فارم (collective co-operative farms) ٺاهيا وڃن ۽ سڀني هارين کي حصيدار بڻايو وڃي. سائنٽيفڪ طريقن سان پيداوار کي ٻيڻو ٽيڻو ڪري سگهجي ٿو. ماهرانه طريقن ڪري جپان ۽ اٽليءَ ۾ سارين جي پيداوار اسان جي پيداوار کان گهڻو مٿي آهي.

| ملڪ | سراسري پيداوار في ايڪڙ |
|---|---|
| سنڌ لاڙڪاڻو ضلع | ٢٠ من |
| سنڌ - لاڙ | ١٢ من |
| جپان | ٤٠ من |
| اٽلي | ٦٠ من |

اهڙي طرح روس ۽ امريڪا ۾ اسان جي ملڪ کان ٽيڻي ڪڻڪ جي پيداوار لهي ٿي.

انگريز چاهن ها ته ملڪ جي پيداوار ۾ ڪافي اضافو ڪري سگهن ها، پر هنن انهيءَ طرف ڪو به توجهه نه ڏنو. انگريزن صرف ٿورن فارمن رستي جديد طريقا ڏيکاريا، پر انهن تي عمل ڪونه ڪيو.

اهوئي سبب آهي جو سکر براج هوندي ۽ سائنس جي هيڏي ترقي هوندي به اسان جو ملڪ غريب ۽ محتاج آهي ۽ جيستائين انگريزن ۽ سندن پيدا ڪيل زميندارن جو اثر باقي آهي تيستائين عوام جي حالت غريب ۽ محتاج ٿي رهندي.

# باب ٽيون

# سنڌ ٽيننسي ايڪٽ

## لاءِ

## جدوجهد

جڏهن زميداري نظام قوم لاءِ نقصان ڪار آهي ۽ زميداري کي ختم ڪرڻ زماني جي تقاضا آهي تنهن وقت ٽيننسي ايڪٽ جو نعرو تمام معمولي ڪارروائي نظر اچي ٿي.

بهرحال، جڏهن هاڻي هاريءَ جي بچاءَ لاءِ ڪوبه قانون ڪونه آهي ۽ زميندار کي سڀ حق ۽ اختيار آهن ته هو هاريءَ کان پنهنجي مرضيءَ موجب زمين کسي ۽ ڏئي، ابواب وٺي، چيڙ بيگر وهائي، تڏهن ٽيننسي ايڪٽ به ضروري قدم آهي.

سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي پندرهن سالن جي لڳاتار ڪوشش جو آخر اهو نتيجو نڪتو جو سنڌ سرڪار هارين لاءِ هڪ قانون ٺاهڻ جو خيال ظاهر ڪيو.

١٩٤٠ ۾ بمبئي سرڪار هارين لاءِ هڪ قانون پاس ڪيو هو (بمبئي ايڪٽ ١٩ سال ١٩٤٠ع وارو) ۽ اهو قانون سنڌ سرڪار سنڌ جي ڪليڪٽرن ڏانهن راءِ لاءِ موڪليو. ڪليڪٽرن پنهنجا رايا موڪليا ۽ انهن تي

بحث ٿيا ۽ آخر ١٣-مارچ ١٩٤٢ع تي سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ مسٽر نهچلداس وزيراڻي (ان وقت جي روينيو وزير) خاطري ڏني ته هارين جي مسئلي جي جانچ پرتال لاءِ هڪ ماهرن جي ڪاميٽي مقرر ڪئي ويندي.

## ٽيننسي ليجسليشن ڪاميٽي

ڊسمبر ١٩٤٢ع ۾ بمبئي ائڪٽ ٢٩ جي نموني تي ٽيننسي ائڪٽ جو هڪ مسودو سنڌ لاءِ تيار ڪيو ويو ۽ ان تي ويچار ۽ بحث جاري رهيو. ان وقت خانبهادر محمد ايوب کهڙي راءِ ڏني ته بمبئي ائڪٽ جو قانون سنڌ سان لاڳو نه ڪري سگهبو ڇاڪاڻ ته سنڌ جون حالتون نراليون آهن.

٢٦-جون ١٩٤٣ع تي سنڌ سرڪار هيٺين ماڻهن تي مشتمل هڪ ڪاميٽي سنڌ ليجسليشن ڪاميٽيءَ لاءِ منظوري ڏني:-

| | |
|---|---|
| ١- مسٽر محمدايوب کهڙو . | وزير |
| ٢- پيرالاهي بخش نوازعلي | " |
| ٣- مسٽر گوڪلداس ميولداس | " |
| ٤- مسٽر غلام مرتضيٰ سيد | ايم-ايل-اي |
| ٥- مير غلام علي خان ٽالپر | " |
| ٦- مسٽر جعفرخان برڙدي | " |
| ٧- مسٽر محمديوسف چانڊيو | " |

٨- مسٽر محمد علي شاهه سيد "
٩- مسٽر ڏيئلمل دولترام "
١٠- مسٽر لهچلداس وزيراڻي "
١١- مسٽر خير شاهه سيد "
١٢- مسٽر محمدامين کوسو "
١٣- مسٽر جي ٿريزر "
١٤- مسٽر ايس رڊلي ڪليڪٽر ڪراچي ضلع
١٥-مسٽر ڊي-آر-سي هالفورڊ روينو آفيسر لاڙ براج
١٦- مسٽر ڊبليو-ڊي ڪالڊر سپرنٽينڊنگ انجنير
١٧- مسٽر هرداسمل هگوراڻي رميمبرانسر آف ليگل افيئرس سنڌ
١٨- مسٽر راجر ٿامس زميندار ضلع ٿرپارڪر (هنکي پوءِ شامل ڪيو ويو هو).

هن ڪاميٽيءَ ۾ هارين جو يا سندن جماعت جو ڪوبه عيوضي مقرر نه ڪيو ويو.

هن ڪاميٽيءَ کي تحقيقات لاءِ هيٺيان شرط مقرر ڪري ڏنا ويا:-

١- هارين کي هارپ جي حقن ڏيڻ جي ضرورت يا مصلحت آهي يا نه؟

٢- جيڪڏهن هائو ته ڪهڙن هارين کي؟

٣- هارپ جا حق ڪهڙا هجن؟

٤- انهن تجويزن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪهڙو دستور

۽ ڪهڙيون سزائون مقرر ڪيون؟

هن ڪاميٽي ڪل ١٤ ميٽنگون ڪيون. پهرين ٻن ميٽنگن ۾ مسٽر کهڙو چيئرمين هو. تنهن کان پوءِ مسٽر کهڙي جي وزارت ٽٽڻ تي مسٽر لهڙلداس وزيراعظم ٿي ويو ۽ وزير ليو ۽ ٻارهين کان چوڏهين ميٽنگ ۾ مسٽر لهڙلداس چيئرمين هو. ڏهين ميٽنگ ۾ مسٽر غلامحسين هدايت الله چيئرمين هو.

هن ڪاميٽي هڪ سوالنامو ڇاپيو ۽ اٽڪل ٢٠٠ ماڻهن ڏانهن موڪليو ته ان جا جواب ڏيو. فقط ١٨ ماڻهن ان جا جواب موڪليا.

جا ڪاميٽي ٢٦- جون ١٩٤٣ع تي ٺهي انهن پهرين ميٽنگ ڇهن مهينن کان پوءِ ٢٠- ڊسمبر ١٩٤٣ع تي ڪئي. ٢٠ ڊسمبر ١٩٤٣ع کان ٣- آگسٽ ١٩٤٥ع، يعني اٽڪل ويهن مهينن جي جاچ کان پوءِ هن ڪاميٽيءَ پنهنجي آخري رپورٽ تيار ڪئي.

هن ڪاميٽيءَ جي ڪثرت راءِ وارين سفارشن جا مکيه فقرا هي هوا:-

(١) هارين کي حق ڏنا وڃن. هارين کي حق نه صرف انهيءَ لاءِ ڏنا وڃن ته هارين جو هڪ پهلوان طبقو پيدا ڪيو وڃي، پر انهيءَ لاءِ به ته هڪ خاص مقرر زمين جي ٽڪر ۾ هاريءَ جي دلچسپي پيدا ڪرڻ سان آبادي وڌائڻ ڪارگر نمولي ۾ ٿي سگهندي.

(٢) زميندارن جا اعتراض ته قانون ٺاهڻ سان زميندار ۽ هارين جي وچ ۾ موجوده خوشگوار تعلقات ٽٽي پوندا زميندار ۽ هاري ٻئي هڪ ٻئي جا ڀائيوار آهن، وغيره- اجايا آهن. قانون ٺاهڻ جي ضرورت آهي:

(٣) انهن هارين کي حق ڏجن جن سانده ٣-٥ سال آبادي ڪئي هجي. هي حق موروثي هئڻ کپن.

(٤) موروثي هارين جا نالا رڪارڊ ۾ داخل ڪيا وڃن.

(٥) موروثي هاريءَ جو وارث مذهبي قانون موجب هجي، پر هڪڙو هجي ۽ هنکي سڀ وارث چونڊين.

(٦) موروثي هاري جي حق جي وڪري يا نيلام تي بندش هجي.

(٧) موروثي حق هيٺين حالتن ۾ کسجو وڃي:-

(الف) جيڪڏهن هاري پنهنجي سر آبادي ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪري؛

(ب) جيڪڏهن هاري موزون طريقي سان آبادي نه ڪري؛

(ج) جيڪڏهن هاري مقرر ڳوٺ ۾ نه رهي؛

(د) جيڪڏهن هاري پنهنجي جو حصو يا مقرر ٿيل نقد رقم ادا نه ڪري؛

(هه) جيڪڏهن هاري فوجداري ڏوهن ۾ سزاياب ٿئي (مال جي چوري، قلم ١١٠ وغيره).

١٨- بٽائي- موڪئي جي حالت ۾ اڌ واڌ ٿيڻ کپي

۽ چوٿيءَ جي حالت ۾ ٻه حصا هاريءَ کي ۽ ٽيون حصو زميندار کي.

(٩)- ابواب- ڌڙواڻي کي وڃڻ مزوري ڏجي. ڪاراڻي يا واهڻي کي به وڃڻ ڏجي ۽ انجو مقدار ڇراز لي به ٽويا مقرر ڪجي. ٽوهي يا ڪانگيڙي کي به وڃڻ ڏجي ۽ انجو مقدار ڇراز لي هڪ ٽوئي کان مٿي نه هجي.

(١٠)- قبضو- پيداوار جو قبضو بٽائي تائين هاري ۽ زميندار جو گڏيل هجي.

(١١)- تڪرارن- جي فيصلن لاءِ هرهڪ تعلقي لاءِ هڪ خاص ٽربيونل هجي جنهن ۾ ٻه زميندارن جا عيوضي هجن ۽ ٻه هارين جا ۽ مختيارڪار چيئرمن هجي. هارين جا عيوضي هارين جي تسليم ڪيل جماعت چونڊي.

وغيره ...... وغيره

انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ڪن ميمبرن اختلافي اوٽ پيش ڪيا. ڪن اختلافي نوٽن جا ڪجهه فقرا ضميمه ب ۾ ڏنل آهن.

مسٽر کهڙي جي وزارت هئي. سفارشن آئي ڪونه عمل ڪونه ڪيو ۽ ڪوبه قانون هارين جي بچاءَ لاءِ پاس نه ڪيو ويو. انهن شفارشن کي ردي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽو ڪيو ويو.

سال ١٩٤٥ ائين گذري ويو.

سال ١٩٤٦ع جي شروعات ۾ سنڌ اسيمبلي چونڊون

ٿيون. انهن چونڊن ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ چار اميدوار کڙا ڪيا:-

حيدربخش جتوئي (ڏوڪري-وارہ تڪ)؛ عبدالقادر (حيدرآباد تعلقہ تڪ)، قاضي فيض محمد (ڪنب ڀاڙہ تڪ) ۽ رامجي ڪولهي (جيمس آباد غير مسلم تڪ)

انهن چونڊن جي زماني ۾ جڏهن زميندار اميدوارن ڏٺو تہ هاڻي هارين ۾ سجاڳي آهي ۽ انهن سنڌ هاري ڪاميٽي جي اميدوارن جي ڀيٽ ڀرائي ني ڪئي تڏهن زميندار هارين کي وعدا ڏيڻ لڳا تہ اسان هارين لاءِ قانون پاس ڪنداسين. خاص طرح مسٽر کهڙي ۽ فضل الله ڏوڪري، ڀاڊہ، اصيرآباد ۽ وارہ ۾ هارين کي وڏا وڏا وعدا ڏنا هوا ۽ جي اڃا جي هارين کي ياد هوندا.

جنوري ١٩٤٦ع ۾ چونڊون ٿي ويون، مسلم ليگ وزارت ٺهي پر هارين لاءِ ڪوبہ قاعدو ڪونہ ٺاهيو ويو.

نومبر ١٩٤٦ع ۾ مسٽر غلام حسين هدايت الله سنڌ اسيمبلي کي ٽوڙائي نيون چونڊون ڪرايون. مسٽر ميوڊي سنڌ جو گورنر هو.

انهن چونڊن ۾ وري بہ سنڌ هاري ڪاميٽي مقابلو ڪيو ۽ زميندار اميدوارن وري بہ وعدا ڪيا تہ اسان هاڻي ضرور هارين لاءِ قاعدو ٺاهينداسون.

# راجر ٿامس ڪاميٽي

انهن وعدن جي ٻجاآوريءَ ۾ سنڌ وزارت ۳- مارچ ۱۹۴۷ع جي هڪ ٺهراءَ موجب هيٺين ميمبرن جي هڪ "هاري جانچ ڪاميٽي" ٺاهي:-

۱- سر راجر ٿامس: الگريڪلچر ائڊوائيزر سنڌ سرڪار چيئرمين
۲- مسٽر محمد مسعود آءِ-سي-ايس چيئرمين ڪليڪٽر نوابشاهه ميمبر
۳- مسٽر نورالدين صديقي، مئنيجر، انڪمبرڊ اسٽيٽس سنڌ ميمبر
۴- مسٽر آغا شاهي آءِ- سي- ايس سيڪريٽري.

ان ميٽنگن کان پوءِ آغا شاهيءَ کان اهو ڪم ڇڏائي مسٽر گوبند بنواريءَ کي سنڌ سرڪار سيڪريٽري مقرر ڪيو.

هن ڪاميٽيءَ کي تحقيقات لاءِ هيٺيان شرط مقرر ڪري ڏنا ويا:-

(الف)- هارين جي انهن اهنجن بابت جانچ ڪرڻ جن بابت شڪايت ڪئي وڃي ٿي.

(ب) - اهڙن عمل جوڳن اپائن لاءِ سفارش ڪرڻ جي ڳوٺاڻي اقتصادي حالت بگاڙڻ ڌاران هارين جي زندگيءَ جي معيار کي سڌارين.

(ج) - جيڪڏهن هارين کي اهڙن حقن ڏيڻ جي رت ڪئي وڃي جي زميندارن کي نقصان پهچائيندا هجن

ته ان حالت ۾ زميندارن جي حفاظت لاءِ بچاءَ ڏيڻ جي مصلحت لي غور ڪرڻ.

سر راجر ٿامس ٿرپارڪر ضلع جو هڪ وڏو زميندار آهي جنهنجي قبضي ۾ هزارين ايڪڙ زمين آهي. سنڌ جي هارين مٿان ظالمانه ڪارروائين بابت "هاري حقدار" اخبار ۾ وقت بوقت مضمون ڇپي شايع ٿيا آهن. مسٽر راجر ٿامس کي سنڌ جي گورنر (مسٽر ميوڊي) سنڌ جو وزير مقرر ڪيو هو جيتوڻيڪ هو سنڌ اسيمبلي جو چونڊيل ميمبر به ڪونه هو. جڏهن سنڌ جي عوام ۽ پريس هنجي سخت اعتراض اٿاريو تڏهن گورنر مجبور ٿي هنکي وزارت تان استعفا ڏياري ۽ انهيڪانپوءِ هنکي اگريڪلچرل ايڊوائيزر (زراعتي صلاحڪار) جو عهدو وڏي پگهارتي ڏنو ويو ۽ ان عهدي تي هو اڄ تائين فائز آهي.

شروعات ۾ مسٽر مسعود ۽ مسٽر صديقي هن خيال جا هوا ته اجهڪي تحقيقات جا شرط مقرر ڪيا ويا آهن سي تنگ آهن، تنهنڪري هنن رٿ ڏني ته هنن شرطن کي وسيع ڪيو وڃي ته جيئن هو هارين جي ڀلي لاءِ وڏيڪ همه گير تجويزون سوچي ۽ سفارشون ڪري سگهن مسٽر راجر ٿامس هن رٿ جي مخالفت ڪئي ۽ مسٽر گورنر سنڌ وٽ پيش ٿيو. انگريز گورنر مسٽر راجر ٿامس سان شامل راءِ ٿيو ۽ تحقيقات جي شرطن ۾ ڪابه تبديلي نه آندي وئي.

هن ڪاميٽي هڪ سوالنامو تيار ڪيو (ضميمه ج) جو الڪل ٻه سو ماڻهن ڏانهن راءِ لاءِ موڪليو ويو. ٤٥ ماڻهن جواب موڪليا ۽ ٤٤ ماڻهن جون زباني شاهديون ورتيون ويون هيون.

١٤ ۽ ١٥ مارچ ١٩٤٧ع تي ڪاميٽي ميٽنگون ڪيون تنهنڪان پوءِ مسٽر راجر ٿامس چار مهينا موڪل وٺي ولايت هليو ويو. ڪاميٽيءَ جو سڄو ڪم بند ٿي ويو.

انهيءَ وچ ۾ پاڪستان قائم ٿيو ۽ مسٽر غلام حسين سنڌ جو گورنر ٿيو ۽ مسٽر محمد ايوب کهڙو وڏو وزير ٿيو.

مسٽر راجر ٿامس کي خوف هو ته مسٽر مسعود ۽ مسٽر صديقي هڪ پاسي ٿي ڪمس هر ڳالهه ۾ شڪست ڏئي سگهندا. هن مسٽر کهڙي کي هن خطري کان واقف ڪيو.

جيتوڻيڪ هاري انڪواري ڪاميٽي جي سفارشن سان سنڌ وزارت پيدل ڪانه هئي پر تڏهن به مسٽر کهڙي فيصلو ڪيو ته ڪاميٽيءَ تي هڪ ٻيو ميمبر به رکيو وڃي جو مسٽر مسعود ۽ مسٽر صديقيءَ جي خلاف مسٽر راجر ٿامس جو سات ڏئي.

انهيءَ وچ ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي پنهنجي ٺهراءَ رستي سنڌ سرڪار کان مطالبو ڪيو ته هن هاري انڪوائري ڪاميٽيءَ تي هارين طرفان به هڪ ميمبر مقرر ڪيو وڃي جو هارين جو طرف پيش ڪري سگهي.

مسٽر کهڙي هارين جو عيوضي ڪونه ڪنيون. مسٽر
کهڙي مسٽر راجر ٿامس جي مدد لاءِ هڪ ٻيو ميمبر
مقرر ڪيو ۽ اهو هو مسٽر غلام رسول ڪيهر- هڪ وڏو
زميندار ۽ لاڙڪاڻه ضلع جو هڪ وڏو زميندار ۽ مسٽر
کهڙي جو پارٽيسري.

١٧- اڪتوبر ١٩٤٧ع کان ڪاميٽي وري ميٽنگن جو
سلسلو جاري رکيو جو ٦- جون ١٩٤٨ع تي ختم ٿيو.

هن ڪاميٽي ٢٩٨ صفحن تي مشتمل هڪ ڊگهي
رپورٽ تيار ڪئي جنهن ۾ مسٽر محمد مسعود شامل
نه ٿيو. مسٽر مسعود هڪ اختلافي نوٽ پيش ڪيو جو
به ٣٧ صفحن تي مشتمل آهي.

## راجر ٿامس ڪاميٽيءَ جون سفارشون

(١) خاص زمين جي ٽڪرن تي هارين کي آمننسي
حق ڏيڻ هارين لاءِ نقصانڪار ٿيندو.

(٢) ” اسين ٽيننسي ليجسليشن ڪاميٽي جي سفارشن
تي واڌ زني ڪريون ٿا ڇاڪاڻ ته انهن جي رپورٽ ۾
ڏنل دليلون هارين ۽ سنڌ زميندارن جي وچ تعلقات
سان لاڳو آهن- اسين سمجهون ٿا ته انهيءَ ڪاميٽيءَ جي
سفارش موجب هارين جي اقتصادي حالتن جي تبديليءَ
۽ سنڌ رهڻيءَ جي حالت تي ڌيان ڏيڻ کانسواءِ انهن
کي قبضيداريءَ جا دائمي حق ڏيڻ ڪري ديهاتي
اقتصادي حالت خراب ٿي ويندي ۽ ساڳئي وقت

هارين جي زندگيءَ جو معيار نه سڌرندو اڪو ڪو پوڪ جي ڪمن ۾ ڪا تبديلي ايندي. انهن ڳالهين جي آڌار تي سڄي صوبي جي اندر هارين کي دائمي ٽيننسي (قبضيداري هارپ) حق بسبب ٽيننسي لجسليشن ڪاميٽي جي سفارش جي تائيد ڪرڻ کان اسين قاصر آهيون". (فقره ٢٤٥)

٣- "اسان جي ڪاميٽيءَ جي اڪثريت جو رايو آهي ته هارين کي قبضيداري جي دائمي حقن ڏيڻ کي عارضي طور مهمل ڪجي." (فقره ٢٤٧)

(٤) فقط بٽئي جا قانون مقرر ڪيا وڃن.

## سرهاري هاري ڪانفرنس

هڪ طرف الٽڪشن جي ذريعي سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جي حقن لاءِ جدوجهد جاري رکي سنڌ وزارت کي هڪ قانون ناهڻ تي آماده ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ته ٻيءَ طرف ٤-٥ مارچ ١٩٤٧ع تي سرهاري ستين ساليانې هاري ڪانفرنس ۾ سنڌ هاري "اڌو اڌ بٽئي" جو نعرو ڏنو. هن ڪانفرنس ۾ فيصلو ڪيو ويو ته هاري پنهنجو اڌ حصو وٺن ۽ ابواب ڏيڻ کان انڪار ڪن ۽ فتمن جو اڌ حصو پاڻ وٺن ۽ پاڻ نيڪال ڪن.

سرهاري کان اهو نعرو سڄو نوابشاه ضلع ۾ پکڙجي ويو ۽ هرهنڌ هاري زوردار مقابلي سان پنهنجو حصو اڌ بٽئي وٺڻ لڳا. مسٽر مسعود، نوابشاه جي ڪليڪٽر ۽

ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ هارين سان همدردي ڏيکاري.

اُن وقت لاڙڪاڻي سانگهڙ ضلع جي ڪليڪٽر مسٽر جي ٿامسن به هارين سان گهڻي همدردي ۽ جوش ڏيکاريو.

هڪ طرف هارين پنهنجن حقن لاءِ جدوجهد شروع ڪئي ته ٻئي طرف زميندارن هارين تي ڪوڙن مقدمن ۾ ڦاسائڻ ۽ کين بيدخل ڪرڻ جو مهم شروع ڪيو. پاڪستان جي قيام جو فيصلو هنن ڏينهن ۾ ظاهر ٿي ويو هو ۽ هندن جي لڏ پلاڻ به شروع ٿي وئي هئي ۽ ملڪ ۾ بدامني جا امڪان ڏسڻ ۾ آيا ٿي.

اهڙن حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مسٽر ٿامسن جي ڪوشش سان هارين ۽ زميندارن جي نمائندن جي هڪ گڏيل ڪانفرنس ١- جون ١٩٤٧ع تي شهدادپور شهر ۾ ٿي. ڪانفرنس جي صدارت شهدادپور جي ڊپٽي ڪليڪٽر مسٽر غلام مصطفيٰ قاضي ڪئي. گهڻي بحث ڪانپوءِ ڪانفرنس اڌو اڌ ونڊ جو اصول ۽ ٻيون هارين لاءِ سهولتون قبول ڪيون. هڪ گڏيل قبولنامه (ضميمه د) مسٽر ٿامسن جي صحيح سان ڇپائي شايع ڪئي وئي ۽ ان تي ڪجهه عمل ٿيڻ لڳو.

نوابشاه ۽ سانگهڙ ضلع مان اڌو اڌ ونڊ جو تحرڪ ٿرپارڪر ضلع ۾ به پکڙجي ويو. اتي جي ڪليڪٽر مسٽر غلام حسين آغا هارين ۽ زميندارن جي عيوضين جي هڪ ڪانفرنس ١٦- جون ١٩٤٧ع تي ميرپور خاص

۾ ڪونه آيا. ڪانفرنس ۾ سڀني ضلعن جا مختيارڪار ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر به شامل ٿيا.

شروع ڪانفرنس ۾ زميندارن اعتراض اٿاريو ته (مرحوم) رفيق جان محمد ٻلي (صدر ضلع هاري ڪاميٽي ٿرپارڪر)، غلام محمد لغاري ۽ مير محمد ٽالپر هاري نه آهن، تنهڪري هنکي هارين جي پاران ڳالهائڻ جو موقع نه ڏنو وڃي، رڳو هارين کي ڳالهائڻ گهرجي. رفيق جان محمد ٻلي ڪانفرنس آڏو سنڌ هاري ڪاميٽي جي تحريڪ تي روشني وڌي، ۽ "هاري حقدار" اخبار جو ڀريون پرچو پيش ڪيو جنهن ۾ سر غلام حسين چيف منسٽر سنڌ، مسٽر يوسف هارون صدر سنڌ مسلم ليگ ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام صدر صوبه سنڌ ڪانگريس جا پيغام هوا. انهن پيغامن ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي کي سنڌ جي هارين جي نمائنده جماعت تسليم ڪيو ويو هو. آخر ۾ ڪانفرنس مٿين هاري ليڊرن کي اڪثريت راءِ سان شرڪت لاءِ موقع ڏنو. بحث مباحثي کانپوءِ ڪانفرنس اڌو اڌ بٽئي جو اصول قبول ڪيو ۽ هڪ گڏيل قبوليت (ضميمه ه) شايع ٿي جنهن کي زميندارن ۽ هارين قبول ڪيو.

سنڌ هاري ڪاميٽي هيئنر سنڌ سرڪار تي ٿوراٿن ۽ "هاري حقدار" اخبار ذريعي زور آندو ته جيستائين رليل سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس ٿئي تيستائين ضلع

عملدارن کي هدايتون ڏنيون وڃن ته هارين جي بيدخليءَ
کي روڪيو وڃي ۽ اڌو اڌ ونڊ جي اصول کي هرهنڌ
عمل ۾ آندو وڃي.

سنڌ جي هارين جي عام مطالبي لاءِ مسٽر کهڙي
جي وزارت ضلع آفيسرن ڏانهن نومبر ۱۹۴۷ع ۾ هڪ
سرڪيولر ڪڍيو جنهنجو ترجمو هن هيٺ ڏجي ٿو:—

سنڌ سرڪار

روينيو ڊپارٽمنٽ

سرڪيولر نمبر 47– G –2135

ڪراچي ۱۰– نومبر ۱۹۴۷ع

## هارين ۽ زميندارن جي وچم تڪرار

ڪليڪٽرن کي خبر آهي ته هارين ۽ زميندارن جي
وچم تعلقات جي جانچ لاءِ ۽ سفارش ڪرڻ لاءِ هڪ
ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي آهي. سرڪار جو ارادو آهي
ته آخرڪار انهن تعلقات کي باقاعدہ ٺهرائڻ لاءِ ڪو
قانون پاس ڪجي. جيستائين اهو قانون پاس ٿئي
تيستائين مناسب سمجهيو ويو آهي ته انهن تڪرارن جي
فيصلن متعلق، ۽ خاص ڪري ونڊ متعلق روينيو
عملدارن کي هدايتون ڏنيون وڃن.

۲– اها ڳالهه تسليم شده آهي ته اهو عام رواج آهي
ته جڏهن آبادي موڪي سيلابي يا بوسي آهي تڏهن
هاريءَ کي اڌ پيداوار جو ملندو آهي ۽ جڏهن آبادي

چوٿي آهي تڏهن هاريءَ کي ٻه حصا ملندا آهن زميندار کي ٽيون حصو. جڏهن جڏهن عملدارن کي لڪڙن جي فيصلي ڪرڻ جو موقعو ملي تڏهن مٿين موجب هارين کي حصو ملڻ گهرجي.

٣- وچ ۾ گب مان اوابن وغيره جا مطالبا هلي چلي موجب فيصل ٿيڻ کپن، بشرطيڪ اهي لوازما ڪنهن نه حالت ۾ سچي پيداش، جي ويهين ڀاڱي کان مٿي نه ٿين.

۴- زميندار کي حق ناهي ته هارين کان ڪنهن به قسم جي چيز وهائي، سواءِ انهيءَ پورهئي جي جو ڳوٺ آباديءَ لاءِ ضروري آهي. اهو پورهيو هيٺين حالتن ۾ جائز آهي:-

(الف)- ڪڙين جي ڪاٽي.
(ب)- آبڪلاني موسم ۾ گب چيڙ.
(ج)- بندن يا واهن کي ڪنبڻ ٻوڙڻ جي حالت ۾ خاص چيڙ.

زميندار جيڪڏهن مٿين غرض لاءِ چيڙ جو مطالبو ڪن ته اهو بي قاعدي يا عام مصلحت جي خلاف نه ٿيندو. ٻئي طرف جيڪڏهن هاريءَ کي زميندار چيڙ لاءِ چوي ۽ هو چيڙ نه وهي ته انهيءَ حالت ۾ زميندار لاءِ اهو نه جائز نه ٿيندو ته انهيءَ بنياد تي ٻنهي وقت هاريءَ جي حصي مان ڪاٽ ساٽ ڪرڻ جي

ڪوشش ڪري.

## سيڪريٽري سنڌ سرڪار

مسٽر کهڙي جي سرڪيولر جو اثر هارين لي بلڪل الٽو لڪتو ۽ اهوئي مسٽر کهڙي جو مقصد هو. نوابشاه، ميرپورخاص ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ هارين ۽ زميندار جي ڪانفرنس جو اثر اهو لڪتو هو جو اڳي صاف اڌو اڌ بٽئي جو اصول قريب عام ٿي ويو هو. مسٽر کهڙي جي سرڪيولر ولهين ٿئي يعني مٿ لي ٻه سير ابواب جي گويا زميندارن کي اجازت ڏني. جن زميندارن گذريل فصلن ۾ ابواب وٺڻ صفا بند ڪيا هواڻهن وري مٿ لي ٻه سير ابواب وٺڻ شروع ڪري ڏنو. جي زميندار قديم رواج موجب (سرهاري ڪانفرنس کان اڳ به). ابواب نه وٺندا هوا سي به هاڻي مٿ اي ٻه سير هاريءَ جي حصي مان وٺڻ لڳا.

مسٽر کهڙي جي سرڪيولر هارين جي بيدخلين کي روڪڻ، تقاوي حساب ڪتاب، ۽ ٻين ضروري مسئلن جي باري ۾ ڪابه هدايت ڪانه ڏني: هن باري ۾ ضلع آفيسرن جي ڪانفرنس به ڪجهه هارين لاءِ ڪيو هو مگر کهڙي جي حڪومت ڪجهه ڪونه ڪيو.

سنڌ هاري ڪاميٽي گهڻو احتجاج ڪيو تب ٻه سير خرچ بند ڪيو وڃي ۽ هارين جي بيدخليءَ لي بندش وڌي وڃي پر ان باري ۾ حڪومت ڪجهه به نه ڪيو.

سال ١٩٤٧ع ائين گذري ويو
سال ١٩٤٨ع ئيئن گذري ويو

انهيءَ وچ ۾ قائد اعظم محمد علي جناح مسٽر کهڙي، کي وزارت تان لاهي ڇڏيو ۽ پير الاهي بخش سنڌ جو وڏو وزير ٿيو.

ڪجهه وقت کانپوءِ پير الاهي بخش به وزارت تان خارج ٿيو. قاضي محمد اڪبر خلاف مسٽر جي- ايم- سيد جي اليڪشن درخواست جي معاملي ۾ فاضل ججن پير الاهي بخش کي ڏوهي ٺهرايو هو. پير الاهي بخش کان پوءِ يوسف هارون سنڌ جو وڏو وزير ٿيو.

## سنڌ ٽيننسي بل ١٩٤٩ع

مسٽر يوسف هارون سنڌ جو زميندار ڪونه آهي تنهنڪري هن سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪرڻ لاءِ چاهه ڏيکاريو ۽ سندس وزارت ۾ ٣- مارچ ١٩٤٩ع جي سنڌ گورنمينٽ گزيٽ ۾ سنڌ ٽيننسي بل شايع ٿيو.

سنڌ اسيمبلي جو بجيٽ وارو اجلاس هلندڙ هو.

جنهن صورت ۾ ١٩٤٢ع کان وٺي انهيءَ ٽيننسي بل لئي بحث هلندا آيا هوا، عملدارن، زميندارن ۽ هارين کان ڪافي رايا ورتا ويا هوا، تنهن صورت ۾ اميد هئي، ته مارچ ١٩٤٩ع واري اجلاس ۾ انهي بل کي پاس ڪري، هارين جي مطالبي کي پورو ڪيو ويندو.

* پر زميندارن جي اسيمبلي کي ائين منظور نه هو.

هنن هن ڪم کي وڌيڪ الڪهائڻ لي چاهيو.

## سليڪٽ ڪاميٽي

٩- مارچ ١٩٤٩ع تي سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي هيٺين ٢١ ماڻهن جي هڪ سليڪٽ ڪاميٽي ٺاهي تہ سنڌ ٽيننسي بل تي ويچار ڪري ۽ ان هفتن اندر رايا ڏئي تہ جيئن ٣١- مارچ ١٩٤٩ع اندر بجيٽ اجلاس جي هلندي سنڌ ٽيننسي الڪٽ کي پاس ڪيو وڃي؛ ان هفتن جو رڪو ڏيکاءُ هو:—

| | |
|---|---|
| ١- سيد ميران محمد شاهہ | وزير |
| ٢- قاضي فضل الله | " |
| ٣- مير بنده علي خان | " |
| ٤- سيد نور شاهہ | " |
| ٥- مير غلام علي ٽالپر | ميمبر |
| ٦- مسٽر جعفر خان جمالي | " |
| ٧- " علي گوهر خان مهر | " |
| ٨- " غلام محمد خان وسڻ | " |
| ٩- " قاضي مجتبيٰ | " |
| ١٠- " مولابخش سومرو | " |
| ١١- " علي اڪبر شاهہ سيد | " |
| ١٢- " غلام رسول خان جتوئي | " |
| ١٣- " محمود هارون، | " |
| ١٤- " سردار خان کوسو | " |

١٥- " عالي شاهه سيد "
١٦- " علي محمد مري "
١٧- " سيرومل وشنداس "
١٨- " سيرومل ڪرپالداس "
١٩- " نبي بخش ڀٽو "
٢٠- " غلام نبي خان پٺاڻ "
٢١- " ڪرنل هاڙڪ "

ان وقت اڪثر هندن جي وڃڻ ڪري سنڌ اسيمبلي ۾ ٣٨ ميمبر ڪن مس حاضر ٿيندا هوا ۽ انهن مان سڀني سارن ٢١ ماڻهن جي سليڪٽ (چونڊ) ڪميٽي ناهي وئي. هيڏي وڏي سليڪٽ ڪاميٽي ڪڏهن به نه ناهي ويندي آهي.

هن ڪاميٽي زميندارن ۽ هارين جي عيوضين کان وڏيڪ شاهديون ورتيون.

مسٽر کهڙو جو هن وقت ميمبري کان ٻهرين پروڊا انڪوائري هيٺ خارج ڪيل هو ان کان نــي ڏينهن شاهدي ورتي وئي هئي. انهن ٽن ڏينهن ۾ هن هارين لاء چا ڪيو سو اڳتي هلي ظاهر ڪبو.

هاري اڳواڻن مان ڇهن کي دعوت ڏني وئي هئي: عبدالقادر، جان محمد ٻلي، مولوي نــذير حسين ۽ لکندڙ. هاري اڳواڻن کي ١٦- مارچ ١٩٤٩ع شام جو دعوت ڏني وئي هئي ته هو ١٧- مارچ ١٩٤٩ع صبح

جو پنهنجا رايا ڏنا.

مون سڀئي رات سڀي بل تي قلموار رايا لکيا ۽ اهي سليڪٽ ڪاميٽي جي سامهون ١٧- مارچ ١٩٤٩ع تي پيش ڪيا. اهي رايا ٢٥- مارچ ١٩٤٩ع جي ”هاري حقدار“ ۾ شايع ڪيا ويا. (ضميمه ج)

هاري اڳواڻن کي فقط ڏيڍ ڪلاڪ ڳالهائڻ لاءِ ڏنو ويو هو.

جيتوڻيڪ سنڌ ٽيننسي بل هاري اڳواڻن جي راءِ موجب ناڪافي ۽ بيڪار هو، تڏهن به هنن تقاضا ڪئي ته جهڙو تهڙو ائڪٽ به جلد اهيءَ اجلاس ۾ پاس ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ ته نواب شاهه، ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ۾ زميندارن هارين جون عام بيدخليون شروع ڪري ڏنيون هيون ته جيئن ڪين رئيل ائڪٽ هيٺ موروثي حق ملي نه سگهن. ٣ سال سالڏه آبادي موروثي حقن لاءِ ضروري ٺهرائي وئي هئي.

هـاري ”هاري حقدار“ مورخه ٢٥ مارچ ١٩٤٩ع ۾ مون هيٺيون ايڊيٽوريل لکيو هو:-

”هاري حقدار“

حيدرآباد سنڌ: جمعه ٢٥ مارچ ١٩٤٩ع

## سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪيو

سنڌ ۽ پاڪستان جي هارين دل و جان سان پاڪستان جي حصول لاءِ جدوجهد ڪئي، اهيءَ اميد ۽ اعتقاد

سان نہ جا زمين هو پوکين ٿا ان جا مالڪ ٿيندا.

گڏ ريل ويهن سالن کان سنڌ هاري ڪاميٽي، سنڌ جي هارين جي واحد نمائنده جماعت آهي، ٽيننسي الڪٽ جهڙي معمولي ۽ واجبي قانون لاء مسلسل مطالبو ڪندي رهي آهي ۽ جنهن قانون لاء وقت بوقت وزيرن ۽ ليجسليٽو اسيمبلي ميمبرن، جي هارين جي ووٽن سان چونڊجي آيا آهن، انهيء قانون پاس ڪرڻ لاء وعدا ڪئي ڏنا آهن.

اسان جي گورنر جنرل (خواجه ناظم الدين) ۽ گورنر سنڌ (شيخ دين محمد) پنهنجي تازه سنڌ جي دورن جي موقعن تي هارين لاء حوصله افزا تقريرون ڪئي ڪيون آهن ۽ ظاهر ڪئي ڪيو آهي تہ مناسب ٽيننسي الڪٽ پاس ڪيو ويندو

مٿين حالتن ۽ سببن ڪري سنڌ جي هارين کي وڏي اميد هئي تہ سندن ڀلاء ۽ ترقيء لاء ٽيننسي الڪٽ هن اسيمبلي اجلاس ۾ پاس ٿي ويندو. مگر اسان جي افسوس جي حد نہ رهي جڏهن اسان ٣ مارچ ١٩٤٩ع واري سنڌ گورنمنٽ گزيٽ ۾ سنڌ ٽيننسي الڪٽ جو مسودو ڏٺو.

هي مسودو اهڙو تہ بيڪار آهي جو ان تي بحث ڪرڻ ئي فضول آهي. هن مسودي جي خاص قلمن تي هن اخبار جي ٻين صفحن تي لکتہ چيني ڪئي

وئي آهي ۽ ڏيکاريو ويو آهي ته اسان جا وزير ڪنهن طرح هارين جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ هڪ ردي ائڪٽ پاس ڪري رهيا آهن.

اسان جي تمام سنڌ جي هارين ۽ رهنمائن کي اپيل آهي ته هو خطن، تارن ۽ اخبارن جي ذريعي سنڌ اسيمبلي ميمبرن ۽ وزيرن تي زور آڻين ته هي ايڪٽ هن اجلاس ۾ پاس ڪري ڇڏين لڪن هارين جي حقن سي ڪن.

وزارت تي زور آڻ ڪپي ته هاري ڪاميٽيءَ جي پيش ڪيل ترميمن ۽ اصلاحن کي قبول ڪري سنڌ ٽيننسي ائڪٽ کي حقيقي معنيٰ ۾ هڪ هارين جي حقن جو قانون بنايو وڃي.

جيڪڏهن موجوده وزارت هي ائڪٽ هن اجلاس ۾ پاس نه ڪيو، يا ردي صورت ۾ پاس ڪيو، ته هاري طبقو هميشه لاءِ يقيني طور سمجهي ويندو ته زميندار ۽ سرمائيدار وزيرن ۽ ميمبرن مان غريبن کي اميد رکڻ آهي پٿرن کان پير گهرڻ.

هينئر انگريز گورنر ڪونه آهن نڪو انگريز حاڪم، هينئر تمام حڪومت جون واڳون اسان جي پنهنجن اهل وطن ۽ چونڊيل عيوضين جي هٿ ۾ آهن.

حقيقت ۾ اسان جي وزيرن ۽ ميمبرن جي امتحان جو وقت آهي. اسان جي تقاضا ۽ دعا آهي تہ هن

قومي امتحان ۾ هوُ پاس ٿين!
اسان جي وري به درخواست آهي ته هلندڙ اسيمبلي ۱۰ اجلاس ۾ هي ائڪٽ پاس ٿيڻ کپي- جيڪڏهن انهيءَ لاءِ ٢٨- مارچ کان پوءِ ڪجهه ڏينهن جي ضرورت ٿئي ته اجلاس کي وڌائي ٣١- مارچ يا ١-٢-٣- اپريل تائين هلايو وڃي. ڪيترا سال ميمبرن ۽ حڪومت کي انجامن ڪندي ۽ ڪاميٽين ۽ سب ڪاميٽين ويهاريندي گذريا آهن. هن کان پوءِ ڪو به دير لاءِ سبب ڪونهي.
هيءَ اخبار سيني ميمبرن ۽ وزيرن کي پهچائي وئي مگر انجو ڪو به اثر ڪونه ٿيو. بجيٽ اجلاس ختم ڪيو ويو ۽ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس نه ڪيو ويو.
تنهن کان پوءِ وري ٢٤- جون ١٩٤٩ع جي ”هاري حقدار“ ۾ مون هيٺيون ايڊيٽوريل لکيو:-

## سنڌ ٽيننسي بل

جڏهين هن زماني ۾ اسان جو نعرو آهي ته زمينداري ۽ جاگيرداري سرشتن کي ختم ڪيو وڃي؛ جڏهن خود اسان جي پاڪستان جي وڏي حصي، مشرقي بنگال ۾ زميندارن کي ختم ڪرڻ جا گرم سانباها ٿي رهيا آهن؛ اهڙي زماني ۾ ٽيننسي جو مطالبو هڪ پارائي ڪيل جي حيثيت رکي ٿو.
ليڪن هن پارائي ڪيل ڪجهه چڱيون حقيقتون ظاهر ڪيون آهن ۽ جن جو اظهار فائدي کان خالي ناهي.

ٽيننسي ائڪٽ جي مخالفت ۾ اسان جي زميندارن ۽ نمائندن جيڪي حيلا هلايا آهن اهي ثابت ڪن ٿا ته هو آخر دم تائين هارين سان صلح ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

زمينداري مخالفت ثابت ڪري ٿي ته سرمائيدار طبقو جو مورون ۽ هارين جي خون چوسڻ سان الهو ٿيو اهي سو ڪڏهن به عزت ۽ شفقت سان پنهنجي طاقت جو ذرو به ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهي.

زميندارن جي مخالفت ثابت ڪري ٿي ته زميندار جو لفعو هڪ شئي آهي ۽ هاريءَ جو لفعو ٻي شئي آهي. جڏهين زميندار چوندا آهن ته هاري اسانجا ٻچا آهن تڏهن هو سراسر ڏوڪيبازي ڪندا آهن ۽ انهن مٺن لفظن سان هارين جي انقلابي جذبات کي ٺارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

زميندارن مخالفت ثابت ڪري ٿي ته هارين کي جيڪڏهن لڇات ملندي ته سندن پنهنجي همت ۽ ٻڌيءَ سان ۽ نه زميندارن جي مهربانيءَ سان. زميندار ڪڏهين به هاريءَ تي مهربان نه ٿيندو.

زميندارن مخالفت ثابت ڪري ٿي ته اڄ ڪلهه جي حڪومت به زميندارن سان ٺهيل آهي ۽ زميندارن جي مددگار آهي حڪومت صرف پنهنجي اقتدار قائم ڪرڻ لاءِ ۽ هارين جي عظيم ۽ وڌندڙ طاقت کي

ڏسي، هارين کي خوش ڪرڻ لاء ڪجهه اعلان ڪري
ٿي جنجو فائدو هارين کي ڪجهه ڪونه ٿو ملي.

گذريل ڏهن سالن کان سنڌ هاري ڪاميٽي ٽيننسي
حق لاء مطالبو ڪندي آئي آهي. هي مطالبو سنڌ جي
ٽيهه لک انسانن جي حياتيءَ کي خوشحال ڪرڻ خاطر
آهيءَ انهن انسانن لاء جن جي پورهئي تي اسان جي
قوم ۽ ملڪ جي بهتري ۽ ترقيءَ جو تمام دارو
مدار آهي.

آخر اسان جا نمائندا اياڻا آهن ڇا جن کي خبر ناهي
ته هارين سان ڪهڙيون تڪليفون آهن، ۽ ڪيئن اهي
تڪليفون دور ٿي سگهن ٿيون؟ اسان جا نمائندا ۽ وزير
اياڻا ناهن، هو سڀ ڪجهه سمجهن ٿا، سڀ ڪجهه ڏسن
مگر افسوس جو هو پاڻ زميندار آهن ۽ هو پنهنجي ذاتي
نفعي کي قوم جي نفعي تي ترجيح ڏين ٿا. دل ڪوئي
عذر گهڙتا.

ڪڏهن ڪراچيءَ ۾ ڪاميٽيون ويهن ٿيون. ڪڏهن
عملدارن جا رايا ورتا وڃن ٿا. ڪڏهن زميندارن ۽ هارين
کي گهرايو وڃي ٿو. ڪڏهن پنجاب ۾ وزير صاحب
وڃي ٿو! ڇالاء؟ انهيءَ لاء ته ڏسجي ته سنڌ جي
هاريءَ کي ڪيئن بچائجي!

هنن حيلن مان ڪجهه نه ورندو. ڪيستائين هارين
کي ڏئن ۽ دلاسن ۾ رکيو؟ هو برابر اڻ پڙهيل ۽ اڻ ڄاڻ

آهن، مگر آخر هو به دل ۽ دماغ رکن ٿا ۽ آخر زندگي ڪمن انهنجي بهرن ٿي پيهڻ لاءِ مجبور ڪندي. هو هاڻي زميندار حاڪمن ۽ نمائندن ڏانهن نهاري رهيا آهن.

اسان کي وڏي اميد هئي ته گذريل مارچ بجيٽ سيشن ۾ سنڌ اسيمبلي هي بل پاس ڪري ڇڏيندي ۽ هارين جي هڪ واجبي ۽ پڪراءِ مطالبي جي عزت ڪئي ويندي. مگر قصو اور ٿي ويو. ڪانفرنس جو سلسلو جاري ٿي ويو.

خير- ڪانفرنس مان هڪ ڳالهه ته صاف ظاهر ٿي ته ذات زميندار ڪنهن نه ڪنهن نموني هارين جي حقن جي خلاف آهي. هن اخبار ۾ زميندارن جا رايا درج ڪيا ويا آهن جن مان ناظرين سمجهي سگهندا ته اڳتي سنڌ اسيمبلي اندر زميندار ميمبر هارين لاءِ ڇا ڪندا.

خبر ناهي ته ڪڏهن هي ٽيننسي بل سنڌ اسيمبلي سيشن ۾ پيش ٿئي.

مگر اسان جي افسوس جي حد ناهي جڏهن ڏسون ٿا ته هزارها هاري جي پشت به پشت زمين ٿي هارپ ڪندا آيا هوا انهن کي زميندار زبردستي بيدخل ڪري رهيا آهن. اهي زميندار سمجهن ٿا ته ٽيننسي ائڪٽ نه پاس ڪولهه ٿيندو ۽ جيڪڏهن اتفاق سان پاس ٿي پئي ته انهڪان اڳ اسان پنهنجو زميندار قانون نه

هلايون. هاري دربدر ٿي رهيا آهن، انهن جو ڪوبه پڇڻ وارو ڪونهي.

مسٽر يوسف هارون وزير اعظم هڪ اعلان ڪيو ته هارين کي بيدخل نه ڪيو ويندو، مگر عمل ۾ ان جي ڪابه وقعت ڪانه آهي.

جيڪڏهن مسٽر يوسف ڪجهه ڪرڻ جي طاقت ۽ خواهش رکي ٿو ته هن لاءِ فقط هڪ رستو آهي ته سيٺي مئجسٽريٽن ۽ پوليس عملدارن کي هدايت ڪري ته هارين کي بيدخل ڪرڻ وارن معاملن ۾ هارين سان همدردي ڪن ۽ هارين خلاف فوجداري ڪارروايون ڪورٽن مان واپس ورتيون وڃن. تڏهن ٿي زميندار سمجهندا ته قانون نه فقط زميندارن لاءِ آهي مگر هارين لاءِ آهي مگر هارين لاءِ به ساڳيو آهي. هي صورت به پڌرو مشهور آهي ته هاليءَ جا ڏند ڪاٽڻ جا هڪڙا ۽ ڏيکارڻ جا ٻيا.

اسان جي جد و جهد جاري آهي جهڙي طرح اسان هن اخبار ۾ زميندارن جا ڪاٽڻ وارا ڏند ظاهر ڪيا آهن، اهڙي طرح سنڌ اسيمبليءَ ۾ به جيا گوهر افشاني هو هارين خلاف ڪندا سا اسان چڱيءَ طرح ظاهر ڪندا سون، جيئن هارين جي دل ۾ ڪوبه شڪ شبه يا حسرت رهجي نه وڃي ته زميندار ڪيتري قدر سندن دوست آهن يا دشمن.

سليڪٽ ڪاميٽيءَ ڪــي چوڏهن ڏينهن انــدر رپورٽ پيش ڪرڻي هئي، پر هن انهيءَ ڪم ۾ ٻارهن مهينا لائي ڇڏيا.

سلڪٽ ڪاميٽيءَ پنهنجي ڪم جي سهوليت لاءِ هيٺين اٺن ماڻهن جي هڪ سب ڪاميٽي ٺاهي:-

| | |
|---|---|
| ١- مير غلام علي ٽالپر | وزير |
| ٢- قاضي فضل الله | " |
| ٣- آغا غلام نبي پٺاڻ | " |
| ٤- مسٽر مولابخش سومرو | ميمبر |
| ٥- " غلام رسول جتوئي | " |
| ٦- " نبي بخش ڀٽو | " |
| ٧- جعفر خان جمالي | " |
| ٨- ٺهلرام ٽيڪچند | " |

وزارت ۾ ڦير ڦار سبب هيٺئين اهو ڪم ميران محمد شاهه کان کسجي مير غلام علي ٽالپر جي حوالي ٿيو.

انهيءَ سب ڪاميٽيءَ پنهنجي رپورٽ ٢٠- فبروري ١٩٥٠ع تي پيش ڪئي. انهيءَ سب ڪاميٽيءَ سنڌ ٽيننسي بل کي سڌارڻ جي عيوض هارين لاءِ وڌيڪ خراب ڪيو، مثلاً:-

١- ڪلم ٤ ۾ ٣ سالن جو مدو وڌائي ٨ سال ڪيو ويو، يعني جنهن هاري سالئه پنج سال آبادي ڪئي آهي فقط ان کي موروثي حق ڏنو وڃي.

٢- قلم ١٣ ۾ هيٺ زميندار کي حق ڏنل ويو ته هو ٽربيونل جي فيصلي کان سواءِ به هاريءَ کي بيدخل ڪري سگهي، اصل بل ۾ اهو فقرو ڪونه هو.

٣- قلم ١٧ ۾ جڏهن زميندار زمين وڪڻي ته هاريءَ جو موروثي حق ختم ٿئي، اهو فقرو گڏيو ويو.

٤- قلم ١٩ ۾ زميندار جي گاهه جي حصي کي چوٿين ڀاڱي مان وڌائي اڌ ڪيو ويو.

٥- قلم ٢٣ ڪڍيو ويو، جنهن ۾ فيصلو زميندار ڪري ۽ هاري کي ان ۾ ڪو به اعتراض نه ڪرڻو پوندو.

سليڪٽ ڪاميٽيءَ سڀ ڪاميٽي جي مڙني سفارشن کي قبول ڪيو ۽ قلم ١٣ کي اڃا به وڌيڪ خراب ڪيو. سب ڪاميٽيءَ جي سفارش هئي ته فقط ڪورٽ ۾ سزا کائيندڙ هارين کي زميندار پنهنجي منهن، سواءِ ٽربيونل جي فيصلي جي بيدخل ڪري سگهي ٿو. سليڪٽ ڪاميٽيءَ سفارش ڪئي ته قلم ١٣ جي سيڪشن فقرن سان اهو شرط لڳايو وڃي.

ان شرط وجهڻ جو صاف مطلب اهو ٿيو ته موروثي حق رهيو ئي ڪونه ۽ سڄو ائڪٽ ئي بي معنيٰ ٿي ويو.

## زميندار- هاري ڪانفرنسون

سيد ميران محمد شاهه سنڌ جي ضلع حيدرآباد ڪوارٽر ۾ ڪانفرنسون ڪوٺايون ۽ ان ۾ زميندارن هارين کان

شاهديون ورتيون ويون هيون.

| شهر | تاريخ |
|---|---|
| ۱- حيدرآباد سنڌ | ۵- اپريل ۱۹۴۹ع |
| ۲- سکر | ۱۳- اپريل ۱۹۴۹ع |
| ۳- لاڙڪاڻو | ۱۷- اپريل ۱۹۴۹ع |
| ۴- ٺٽو | ۸- مئي ۱۹۴۹ع |
| ۵- ميرپورخاص | ۱۳- آگسٽ ۱۹۴۹ع |
| ۶- نوابشاهه | ۵- سيپٽمبر ۱۹۴۹ع |

زميندارن ۽ هارين جا بيان ضميمه ن ۾ شامل ڪيا ويا آهن. انهن بيانن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته زميندارن بل جي اڪثر قلمن جي مخالفت ڪئي آهي ۽ هارين پنهنجي حقن جو مطالبو ڪيو آهي.

سکر ڪانفرنس جي موقع تي مسٽر آغا غلام نبي پٺاڻ ڏٺو ته هارين جا بيان مخفي ورتا وڃن، ڇاڪاڻ ته زميندارن جي اڳيان ڊڄندا ۽ بيان پورو نه ڏيندا.

ان تي مون چيو ته هارين ۽ زميندارن کان کليل ڪانفرنس ۾ رايا ورتا وڃن ۽ جو هاري ظاهر ظهور پنهنجو حق نه ٿو گهري سو حقدار ٿي نه آهي. هنن لفظن تي ڪي رفيق رنج ٿيا.

مون هنن ڪانفرنسن مان اهوئي مطلب ڪڍيو ته هاري پاڻ پڌن ۽ ڏسن ته زميندار ڇا ٿا چون.

لنائين سرڪار جي نه بيان ورتا هوا — راجر ٽامس

ڪاميٽي يا ٽيننسي ليجسليشن ڪاميٽي — سڀ سڀ بيان مخفي طور ورتا ويا هوا، ۽ اهي ظاهر ڪرڻ ڪيا ويا هوا نڪو انهيءَ نقل ملي سگهيو آهي.

هي ڪانفرنسون ٿي هيون جن ۾ ڪلي طرح زميندارن ۽ هارين جا بيان ورتا ويا هوا ۽ جنکي مان هر ڪانفرنس ۾ قلمبند ڪندو ويو هوس. هي بيان جو مجموعو هڪ چڱو رڪارڊ آهي جنهمان هاري ڏسي سگهن ٿا ته سندن بهبودگي جي سوال تي زميندار ڪيتري قدر مهرباني ڪري سگهن ٿا.

حقيقت ۾ آغا غلام نبيءَ جو مطلب اهو هو ته زميندارن جا بيان مخفي ورتا وڃن ۽ تنهنڪري هن عذر اهو ڏنو ته هارين جا بيان مخفي طور ورتا وڃن. هڪ چالاڪ زميندار ڪڏهن به نه چاهيندو ته هارين جي حقن جي ڪليو ڪلايو مخالفت ڪري. ان حالت ۾ ڪيس آئينده اليڪشن ۾ هاري ووٽ ڪونه ڏيندا.

مسٽر ميران محمد شاه منهن جي راءِ سان شامل ٿيو ۽ زميندارن ۽ هارين جا بيان کلي ڪانفرنس ۾ ورتا ويا.

هنن بيانن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو ته جيڪي هاري خاص زميندارن جا ڪمدار يا چاڙتا هوا انهن بل جي مخالفت ۾ ڳالهايو. خان بهادر مولابخش جي هاري عبدالله الهڏني چيو ته: ”مونکي هي ڳالهه پسند ناهي ته هارين کي حق ملن“

اهي ٿي زميندار جن هارين جي برخلاف بيان ڏنا هاڻي اليڪشن ۾ هارين کان ووٽ جو مطالبو ڪندا.

اليڪشن وقت هارين کي وڏا وعدا ڏيندا.

انهن هارين جي نيان جو نتيجو ڇا نڪتو؟ هارين جي بيان کي ڪو وزن نه ڏنو ويو ۽ زميندارن جي بيان موجب سنڌ ٽيننسي بل کي سڌاريو يا حقيقت ۾ بگاڙيو ويو.

مارچ ١٩٥٠ع ۾ نيٺ سنڌ ٽيننسي بل آخري بحالي لاءِ پيش ٿيو. مسٽر کهڙو هينئر وري اسيمبليءَ ۾ داخل ٿي ويو. جي پروڊا ٺهڻون مسٽر جسٽس عبدالرشيد مٿس ثابت ڪيون هيون ۽ جن تي هڪ سو ڪن شاهد وڌا ويا هوا ۽ تي چار لک روپيه خرچ ٿيا هوا انکي سنڌ جي مشهور جج آغا حسن علي هڪ ڌڪ سان ٺوڪرائي ڇڏيو. انهيءَ وچ ۾ مسٽر لياقت علي خان قاعدا عظم جي محبوب مسٽر کهڙي سان ٺهي ويو ۽ مسٽر حسن علي جي فيصلي خلاف فيڊرل ڪورٽ ۾ اپيل به داخل نه ڪئي وئي.

مسٽر کهڙو هاڻي معتبر ٿي سنڌ اسيمبليءَ ۾ شرڪت ڪرڻ لڳو.

اسيمبلي ١- اپريل ١٩٥٠ع کان سنڌ ٽيننسي بل تي بحث شروع ڪيو ۽ ٤- اپريل انکي پاس ڪيو ويو.

بحث هلندي مسٽر کهڙي ٢٢ ترميمون پيش ڪيون

جي سڀ بحال ڪيون ويون ۽ انهن مان مکيه هيٺيون هيون:-

۱- قلم ۲ (۱۴) ۾ مشين تي آباديءَ جي حالت هاريءَ کان زميندار موروثي حق ڪنهن به وقت کسي سگهي.

۲- ”موروثي“ ”هاري کي مڃائي“ دائمي هاري ڪيو ويو.

۳- قلم ۱۳ آخري فقرو ڪڍيو ويو ته زميندار پنهن جي مرضيءَ ئي هاريءَ کي بيدخل ڪري سگهي.

۴- قلم ۱۸ ۾ بل موجب وائي ۽ لاباري جو خرچ وچان لڪرڙو هو.

مسٽر کهڙي واهي ۽ لاباري جو خرچ هاريءَ تي هنيون ۽ ٽنهڪائيوء واهي، لوهي ۽ ڪارائي جو به اڌ خرچ هاريءَ مٿان رکيو.

۵-قلم ۱۹ گاه. اصلي بل موجب زميندار کي گاه جوچوٿون حصو ڏيڻو هو. مسٽر کهڙي اُن کي وڌائي اڌ ڪيو ۽ چرخيءَ جي حالت ۾ ٽيون حصو.

٦- قلم ۲۳ (هه) ۾ معافيءَ جي حالت هاريءَ تان ٽيج جي معافيءَ وارو فقرو ڪڍيو ويو.

۷- قلم ۲۷- ٽربيونل. اصلي بل ۾ ٽربيونل ۾ به هارين جا عيوضي ۽ به زميندارن جا عيوضي ۽ مختيارڪار چيئرمن هو.

مسٽر کهڙي هارين ۽ زميندارن جي عيوضين کي ڪٿي فقط مختيارڪار کي ٽربيونل ٺهرايو.

٨- قلم ٣٥ (٣) ٻولن جي فقري ۾ مسٽر کهڙي هڪ تمام خراب ترميم آندي ۽ اها هئي ته ٻول سنڌ اسيمبلي پاس ڪري ۽ تنهن کانپوءِ اهي عمل ۾ اچن.

هن جو مطلب اهو ٿيو ته ٻولن کان سواءِ ايڪٽ جو عمل به مهمل ٿي ويو. عام طرح ٻول گورنمينٽ پاس ڪندي آهي. مسٽر کهڙي کي گورنمينٽ ۾ اعتماد ڪونه هو، ڇاڪاڻ ته ان وقت هو پاڻ وزير ڪونه هو.

هن فقري تي- مسٽر يوسف هارون ۽ مسٽر کهڙي جي وچ ۾ وڏو تڪرار ٿيو ۽ مسٽر کهڙو اسيمبلي پارٽي جي ميٽنگ مان واڪ آئوٽ ڪري هليو ويو. آخرڪار مسٽر کهڙي جي رٿ بحال ٿي ۽ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ نا عمل طرز پاس ٿيو.

سنڌ ٽيننسي ايڪٽ ٣- اپريل ١٩٥٠ع تي پاس ٿيو. سنڌ گورنر انجي منظور ڪرڻ ۾ سچا ٣٧ ڏينهن لاتا ۽ ١١ مئي ١٩٥٠ع تي سنڌ ٽيننسي ايڪٽ تي قانوني حيثيت ورتي.

قانون پاس ڪرڻ وقت قلم ٣٥ جو ٻيو فقره ريوينيو سيڪريٽري جي غفلت کان رهجي ويو.

سنڌ هاري ڪاميٽي جي احتجاج تي آڪٽوبر ١٩٥٠ع جي آخر ۾ سنڌ جي گورنر آرڊيننس رستي قلم ٣٥ کي

درست ڪيو ۽ رولن کي پاس ڪيو.

مسٽر کهڙي ۽ قاضي فضل الله انهيءَ بيکار سنڌ ٽيننسي ائڪٽ ۽ رولن کي مڪمل قانوني صورت ۾ هرگز پاس نه ڪيو.

## شيخ دين محمد ائڪٽ کي سڌارپو

٩- مئي ١٩٥١ع تي هاري اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو: محمد معاف، غلام محمد بامر، عزيز الله شهداد ڪوٽي ۽ بنده کي.

٦ سمبر ١٩٥١ع ۾ سنڌ جي وزارت کي ٽوڙي قلم ٩٢- الف لڳايو ويو. مان ان وقت سنڌ سيفٽي ائڪٽ هيٺ حيدرآباد ۾ نظربند هوس.

سنڌ گورنر شيخ دين محمد مونکي ١٥- جنوري ١٩٥١ع ملاقات لاءِ گهرايو ۽ آزاد ڪيو. (جيستائين کهڙي ۽ قاضي جي حڪومت هئي ليستائين آءٌ سنڌ سيفٽي ائڪٽ هيٺ نظربند هوس.)

شيخ دين محمد مونکان پڇيو ته اوهان کي ڇا کپي؟ مون کيس چيو ته سنڌ ٽيننسي ائڪٽ ۾ مناسب سڌارون ڪيون وڃن. مون کيس تفصيلوار سنڌ ٽيننسي ائڪٽ جون خرابيون بيان ڪيون.

شيخ دين محمد تنهن کان پوءِ مکيه هاري اڳواڻن کي موقع ڏنو ۽ انهن جا رايا ورتا.

١- فبروري ١٩٥٢ع واري ملاقات جي موقع لـ ـي

شيخ دين محمد کي منهنجو تيار ڪيل "هارين جو عرضنامو" Haris Petition of Rights پيش ڪيو ويو.

شيخ دين محمد هاري اڳواڻن جي ڪن ترميمن کي کي منظور ڪري سنڌ ٽيننسي ايڪٽ کي موجوده صورت ڏني. مکيه ترميمون هي هيون:-

١- قلم ٤. چئن ايڪڙن کان گهٽ ايراضيءَ جي حالت ۾ دائمي هارپ حق نه ملندو هو. هاڻي سروي نمبر، ڪيتري به ايراضيءَ جو هجي، ان تي دائمي هارپ جو حق ملي سگهي ٿو.

٢- ڪورٽ آو وارڊس ۽ مئنيجري ڪاليءَ جي زميندارن لي به دائمي حق ملي ٿو.

٣- قلم ١٠. وارث جي چونڊ جو حق زميندار کان کسي ڪٽنب جي ڀاتين کي ڏنو ويو آهي.

٤- قلم ١٣. دائمي هاريءَ کي ٽوسوال جي حڪم کانسواءِ بيدخل ڪري نه سگهبو.

٥- قلم ١٧. ڪارائي واهي ۽ ٽوهي جو خرچ هاريءَ کان معاف ڪيو ويو ۽ لاپاري جو خرچ وچان نڪرندو.

٦- قلم ١٨ا. گاهه ۾ هاريءَ کي به حصا ۽ زميندار کي ٽيون حصو ڏياريو ويو آهي.

٧- قلم ١٩. بٽئي ٽيهن ڏينهن جي عيوض ١٤ ڏينهن اندر زميندار کي ڪرڻي آهي.

٨- قلم ٢٣. ٻج زميندار جنس ۾ ڏيندو ۽ وٺندو معافي جي

حالت ۾ هاري ٽان ٻج معاف ڪيندو.   وغيره

۱۷ آڪٽوبر ۱۹۵۲ع جي پريس ڪانفرنس ۾ شيخ دين محمد اعلان ڪيو ته قلم ۴ ۾ ٽن سالن جي شرط کي ڪڍيو ويندو ۽ سڀني هارين کي دائمي حق ڏنو ويندو.

مگر شيخ دين محمد نومبر ۾ ڪن سياسي اختلافن سبب سنڌ جي گورنري ڇڏي ويو ۽ سندس وعده ته ميمون عمل کان رهجي ويون.

مسٽر امين الدين ڪسان سنڌ هاري ڪاميٽيءَ مطالبو ڪندي آئي آهي ته، شيخ دين محمد جي وعدن کي پاڙيو.

ميان امين الدين ڪجهه ترميمن جو ۲۴ جنوري ۱۹۵۳ع تي اعلان ڪيو ۽ عوام کان رايا طلب ڪيا آهن.

انهن ترميمن تي مون پنهنجا رايا موڪليا آهن ۽ انهن راين کي سنڌ هاري ڪاميٽي پيش ڪيو آهي. انهن جو ترجمو ضميمه و ۾ شامل آهي

ڏسجي ته ميان امين الدين موجوده گورنر سنڌ، سنڌ ڪسي الڪمت کي وڌيڪ سڌاري شيخ دين محمد جي وعدي جي ادائي ڪري ٿو يا نه.

## ۴ مئي ۱۹۵۳ع تي سنڌ اسيمبلي اليڪشن

پڙهندڙ ڏسي سگهندا ته سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جي بهبودي لاءِ ڪيترو پاڻ پتوڙي رهي آهي.

حقيقي قانون ٺاهيندڙ هاري آهن، جهڙيءَ طرح حقيقي ان اپائيندڙ ۽ قوم جا معمار به هاري آهن.

هارين جي همت ۾ آهي تہ هو پنهنجي ووٽ سان سنڌ هاري ڪاميٽي جي اميدوارن کي ڪامياب ڪن ۽ وڏيرن کي ڪيرائن.

جيڪڏهن هاري اميدوار ڪامياب ٿيا تہ سنڌ ٽننسي ائڪٽ کي سڌارڻ تہ ڇا پر هو زميداري جا تختا ڪيري ڇڏيندا.

جيڪڏهن وڏيرا اميدوار، ليگ جااميدوار ڪامياب ٿيا تہ موجوده سنڌ ٽننسي ائڪٽ کي ٿي هورد ڪري سگهن ٿا يا بگاڙي سگهن ٿا.

سنڌ هاري ڪاميٽي هاري قوم کي صحيح رستو ڏيکاريو آهي، صحيح رستو پيدا ڪيو آهي.

اجا به جيڪڏهن هاري غفلت ۾ رهندا ۽ پنهنجو ووٽ پٽ جي پاڙي تي وڪڻندا، يا پير مرشد جي فرمودي تي ڦٽو ڪندا تہ ڪيئن سندن تڪليفون گهٽ ٿينديون، سندن مصيبتون بند ٿينديون؟ جيڪڏهن هاري پاڻ انصاف نہ ڪندا تہ ڪين انصاف ڪيئن ملڻي پوندو؟

۴- مئي ١٩٥٣ع ڪمترن سالن لاءِ سنڌ جي قسمت جو فيصلو ٿيندو؟

ڪهڙو ۽ قاضي فضل الله بسنڌ جي وڏيرن جا مکيہ

مسلم ليگي ليڊر به سياست کان خارج آهن، مگر سنڌ اڃا زميندارن تي ختم ڪونه ٿيو آهي. هو اڃا تائين پنهنجي ايجنٽن ۽ چاڙن کي مدد ڪري رهيا آهن ته سنڌ جام والا بڻجن. انهن جا ايجنٽ وڏيرا چونڊجي عوام جي اهالي خدمت ڪندا جا کهڙي ۽ فضل الله ڪني. اهي وڏيرا سنڌ اسيمبلي ۾ ٻه هاريسن سان اهي پلايون ڪندا جي پنهنجي اوطاقن ۾ يا ٻنني جي ڊيري تي هارين سان ڪندا آهن. وڏيرن کي ووٽ ڏيڻي هاري پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻندا.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن ڪي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئـي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

